وڏو سعدي





# طوطي نامون ۳۵ رائيون





ترجمو ڪيل

ميسرس سهجرام ۽ ڏيارام ٿهلرام راڳهاڻي ڪوڪرائي
اسڪول ماسترن جو جنهن کي هڪ دوست وري سڌاريو
جنهن کان حق تصنيف جو ورتي

---

مسٽر پوکرداس تاجر ڪتب شڪارپور ڇپايو

دفعو ۳ . سال ۱۹۲۶ . جلد هڪ هزار

سال ۱۸۶۷ جي ايڪٽ ۲۵ موجب رجسٽر ٿيو

---

مسٽر پوکرداس ٿانورداس پنهنجي "سنڌ پرنٽنگ پريس"
نوشهري دروازي اندران شڪارپور ۾ ڇپيو

قيمت ۱-۳-۰



# [illegible] مو ۳۸ [illegible]

ميمون ۽ جو جمڻ ۽ خجسته سان پرڻجڻ ۽ ميمون ۽
جو مسافريءَ لاءِ وڃڻ ۽ خجسته جو ٻي شهزادي تي عاشق
ٿيڻ ۽ مينا جو موت ۽ طوطي جي سياڻپ

( داستان پهريون )

اڳئين سمي جي شاهوڪارن مان احمد سلطان نالي هڪڙو
شاهوڪار گهڻي مال متاع ۽ جهجهي دولت وارو ٿي گذريو آهي هن وٽ
لکين گهوڙا ۽ هاٿي ۽ سوين الاڏو اُٺن جا هميشه موجود هوندا هوا
پر اولاد ڪابس هوئي ڪونه جو ڪا نسس پوءِ گهر روشن ڪري - بيت
انهيءَ ڳالهه جو هو سندس دل تي داغ - نه هو ڪو سندس گهر ۾
وشن چراغ جنهن ته سنسار سارو الم - بنا وياءِ ويتر غمن منجهه غم
نهي ڪري هو صبح سانجهيءَ خدا پرستن ۽ ساءِ لوڪن جي خدمت
پرويندو هو ۽ هر ويلي ڏڻي جي درگاهه مان پٽ ٿيڻ لاءِ دعا
پنندو هو - ڏڻي جي مهرباني سان ٿورن ڏينهن کان پوءِ هنکي
هڪڙو تمام خوبصورت سنهڙو ۽ موهڻو پٽ ڄائو جو ڏسي سڀئي
گد گد ٿيا انهيءَ سرهائي ۽ خوشي کان احمد سلطان گل جيان
ٽڙي ۽ ڏڻي جا لک لک شڪرانا بجا آڻي ڪيئي هزارهان رپيا
درويشن مسڪينن کي خيرات ڏئي پٽ جو نالو ميمون رکيائين
۽ چيائين - آهي شڪر خاوند تنهنجو بي قياس - آسائون رهي ڪونه
تو کان نراس - برابر ٽن ڏينهن تائين سڄي شهر جي اميرن وزيرن
سياڻن ۽ فاضلن ۽ عاقلن استادن جون مهمانيون ڪيائين ۽
ڪيترن کي قيمتي وستر پهرايائين - جڏهن هو ڇوڪر سنڌ

سالن جو ٿيو تڏهن علم پڙهڻ لاءِ هڪڙي هوشيار قابل اُستاد
جي حوالي ڪيائينس — معلم خردمند هوشيار هو ۽ هر فن هنر ۽
دانش بسيار هو- رکيائين گهڻو خيال ميمون ۾ سان- ڪيائينس پختو
گهڻي علم سان- ٿوري وقت ۾ ميمون عربي ۽ پارسي علم پڙهي
گهڻو هشيار ٿيو- ڏنو هو ته ٿي ذهن اُنکي عجيب- پڙهي سڀ
۾ ديا پڙ ٿيو اديب- معاني منطق ادب جا ڪتاب- پڙهيائين
اُنهنجا سڀئي فصل باب- خبردار حڪمت جي مضمون سان
پڙهيو هو چڱي ريت قانون سان- ميمون جڏهن جوان ٿيو تڏهن
پڻس سندس شادي هڪڙي سهڻي من موهڻي خوبصورت نازڪ
بدن جوان عورت خجسته نالي سان ڪئي. خجسته ۽ ميمون ۾
جي پاڻ ۾ ڏاڍي اُلفت ۽ محبت پيدا ٿي هر هرروز عيش ۽
عشرت ۾ گڏ گذاريندا هوا ۽ گڏ سمهندا ۽ گڏ کائيندا هوا پيئندا
مزا مطلب هڪبئي تي اهڙا ڪن ڇڪن هوا جو هڪ ڪن پل
۾ هڪ ٻي کان ڌار ٿيڻ مصيبت سمجهندا هوا- اتفاق هڪڙي
ڏينهن ميمون پالڪي تي چڙهي بازار ڏانهن گهمڻ ويو اتي
هلندي ڏٺائين ته هڪڙو شخص طوطي جو پڃرو هٿ ۾ ٽنگي
بيٺو آهي اُتي ميمون کانئس پڇيائين ته هن طوطي جي قيمت
ڇا آهي؟ هن جواب ڏنو ته قبلا هزار رپئي کان گهٽ وڪڻو
نه ٿو. ميمون چيس ته ڪنهن جي هڪڙي مت لاءِ هزار رپيا
خرچ ڪرڻ وڏي بيوقوف ڇٽبي چوڻ اهو ٻلي جو هڪ گره مس
آهي ماري جواب ڏيڻ جو ست نه ڏسي طوطي چاڪو ته
جي اڄ مونکي هڙو دولتمند ماڻهو نه ڳڻيندو ته منهنجي لاءِ
وڏي شرم جي ڳالهه ڇٽبي چاڪاڻ ته بزرگن ۽ سياڻن ۽ اميرن
جي سنگت مان عقل جو واڌارو ۽ زيادتي آهي جي اڄ مان
انهي فائدي کان محروم ۽ نااُميد رهجي ويس ته ارمان
ٿيندم تڏهن ميمون ۾ کي چوڻ لڳو ته اي سهڻا ۽ ٿا هو ڪا جوان
بيتوٽيڪ مان تنهنجي نظر ۾ ڪنهن جي مت آهيان ۾ سياٽپ
۾ عقل جي [illegible] آڪاس تي اُڏامندو آهيان ڪيترا چتر ۽

سياڻا ماڻهن تنهنجي مٺي لات ۽ شيرين زبان ٻڌي حيران
ٿيندا آهن تنهنڪري بهتر آهي ته مونکي هيئنر ئي خريد ڪري
وٺو اُن کانسواءِ مون ۾ عجيب هنر هڪڙو هي به آهي جو
گذريل ۽ ايندڙ ۽ هلندڙ وقت جو سمورو احوال معلوم ڪري
سگهندو آهيان اڄ ڇا آهي سڀاڻي ڇا ٿيندو سو جلدئي ڏسي
سگهندو آهيان جيڪڏهن حڪم ڪريو ته مان اوهانجي آزمودي
لاءِ اوهانکي هڪڙي فائدي ڀري ڳالهه ٻڌايان؟ ميمڻ چيس ته
ڀلي ٻڌاءِ طوطي چيو ته قبلا ٿوري وقت کان پوءِ هن شهر ۾
ڪابل جي طرف کان هڪڙو سوداگر قافلو وٺي سنبل وڪڻڻ لاءِ
ايندو تنهنڪري توهان هن کان اڳيئي سڄي شهر جي سنبل ٻنهي
پاڙوت ڪٺي ڪري رکو ته قافلائي پڻ هنڌا سنبل نه ملڻ ڪري
پاڻهين اچي تنهنجا سلامي ٿيندا پوءِ جهڙي اگهه سان وڪڻئي
تهڙي سان کين وڪڻج — ميمڻ کي طوطي جي اها ڳالهه
ڏاڍي وڻي ۽ هڪدم مارئي ڪي هزار رپيا ڏيئي طوطي کي
خريد ڪري پنهنجي گهر کڻي آيو تنهنکان پوءِ شهر جي سڀني سنبل
وڪڻندڙن کي پاڙوت گهرايائين ۽ سمري سنبل سڀني کان ڏهن
هزارن روپين ۾ وٺي پاڙوت رکيائين ٽن ڏينهن پڄاڻا قافلي
وارا به آيا ۽ اچي شهر جي سوداگرن ۽ واپارين کان سنبل جي
پڇا ڳاڇا ڪرڻ لڳا پر ڪٿان ڪونه مليس ڇاڪاڻ ته شهر جي
سموري سنبل ميمڻ پاڙوت خريد ڪري رکي هئي تڏهن هو
لاچار ميمڻ وٽ آيا ۽ پنجاه هزار رپيا ڏيئي ميمڻ وٽان
سنبل خريد ڪري پنهنجي وطن موٽيا — ميمڻ جتون جي
انهي ڳالهه کان ڏاڍو خوش ٿيو ۽ طوطي کي ساهه کان وڌيڪ
پيار ڪرڻ لڳو ۽ هڪڙي مينا خريد ڪري طوطي وٽ آڻي وهاريا
هن ڪري ته طوطي اڪيلائي کان اُداس ۽ اُپاٽڪو نه رهي
جئن ته داناءُن جو به چوڻ آهي — بيت
ڪري هم جنس سان هم جنس پرواز ڪبوتر با ڪبوتر

بازن با زمطاب ته ميمون مينا کي چتون ۽ سان گڏ پڃري ۾
رکيرته ني بئي ھا ٽپر ھمجنس آمن پلي سنگتي جي صحبت ۾
خوش گذارين ھڪڙي ڏينھن ميمون خجسته کي چيو ته مونکي
مسافري جو ڏاڍو چاھ اچي ٿيو آھي ارادو اٿم ته روم جي
ملک وڃان ۽ درياءَ جو سفر کريان ۽ عدن شھرن جو سئر
کريان ان وچ ۾ ڪوئي ڪڏھن به ڪو ڪم ڪرڻو پوي يا ڪا
مشڪلات آڏي اچي ته ھن طوطي ۽ مينا جي صلاح ڏاران اڌ ۾
ھٿ نه وجھج ۽ اُنھنجي رضا ۽ رخصت ڏاران ڪو ڪم نه ڪج
۽ سندن چئي ۾ رھج — آخر کيس به چار عمديون ڳالھيون
سمجھائي ميمون پاڻ مسافري تي ھليو ويو.

ميمون جي وڃڻ کان پوءِ خجسته ھنجي فراق ۾ وڇوڙي
ھان اھري غمگين رھي جو کاڌو پيتو بلک ننڊ به ڇڏي ڏناءِ
مگر چتون کيس اُوپارين لھوارين ڳالھين ۽ من پاوندين ۽ روح
رچندين آکاٽين بڌائڻ سان ھنجي اُباٽڪي دل کي خوش
کيو اھڙي طرح رھندي ڇھن مھنن گذرڻ پڄاڻا ھڪڙي ڏينھن خجسته
وھنجي سھنجي اکين ۾ ڪجل پائي ھار سينگار ڪري گھڻا پائي
ڏئي چڙھي درن جي ڳڙکين ۽ ڏارن مان گھٽين ۽ گلين ڏانھن
پئي نھاريو ته ايتري ۾ ڪنھن بئي شھر جو شھزادو گھوڙي تي
سوار ٿي شھر جي گھمڻ لاءِ آھسته آھسته ٿلندو ٿلندو اکيون
ھيٺ ۽ مٿي ڪندو اُتان اچي لنگھيو اتفاقا خجسته جي نظر
ھنجي ويس جو ڏسڻ سان ئي مٿس موھجي مست ٿي پيو ۽
ھوڏانھن خجسته به شھزادي کي ڏسي مٿس اکن چکن ٿي
بئي - شھزادو جو خجسته جي عشق ۾ بي اختيار ٿي پيو ھو تنھن
گھڻو پوءِ ۾ ھڪڙي مڪرياڻ ڏاڏي (زال) ھٿان خجسته
ڏي نياپو ڏياري موڪليو ته اي دلبر خدا جي واسطي مھرباني
ڪري ھڪڙي رات ڇئن گھڙين لاءِ منھنجي جاءِ تي قدم رنج
فرمائي ضرور اچ ۽ اُنجي عيوض ھڪ طرف آءٌ ھنجو ٿھڌل

ڦرائنو ۽ شڪرگذار ٿيندس ٻي طرف هڪ اهڙي مڃڻي ڏيندو
سائين جنهنجي قيمت لک رپيا آهي ڏولي جو نياڻو ٻڌي خجسته
ڪري ڇڙيائين البت ٿيان لڳي پرپڙ ڪرڻ جي ٻن شرط لائق
پورڻ لاءِ پر پنهنجي راڄ راضي رهي ۽ شهزادي ڏانهن پيغام جو
جواب موڪليائين ته ڏينهن ڏه پندرهن اڳهارو آهي رات ويچاري
پرده پوش آهي. اوهين دلجاءِ ڪندا اڄ اڌرات کان پوءِ
ڪوشش ڪري تو وٽ پاڻکي اچي حاضر ڪندس - ڏولي اهو
نياڻو ڪڻي خوش ٿي هلي ويئي جڏهن رات ٿي تڏهن خجسته
هار سينگار ڪري عمدا وستر ۽ تاهوڪي پوشاڪ پهري زرزيور پائي
پنهنجي نئنجي ڪرسيءَ تي چڙهي ويٺي ۽ دل ۾ خيال ڪيو ته آءٌ
به زال آهيان ۽ مينا به زال ذات آهي اميد آهي ته هن ڪم ۾ مينا
منهنجي چڱي پٺ ڀرائي ڪندي تنهنڪري بهتر آهي ته پهريائين
مينا کان وڃي موڪل گهران - اهو پڪو پچائي مينا وٽ اچي
پنهنجي دل جو سڄو ئي گجهه ڳوڙهه سائس سلي دلبر ڏانهن رخصت
ٿيڻ لڳي اها ڳالهه ٻڌي مينا جلي ٻاهه ٿي ويئي ۽ بلند آواز
سان چوڻ لڳيس ته واهڙي مائي ڏونگر ٻي تون هي ڪهڙي
ڪرڇي ڳالهه ٻڌائي پنهنجو ڪل ٿي لڄائين اهڙيون اونديون
ٿيون اچ ڪٿان آنديءَ افسوس! پنهنجي پياري پتاريءَ کي ڇڏي
ٻي اوپري آريندي ماڻهوءَ وٽ وڃي ۽ سائس وڃي محبت
ڪان ته بهتر آهه ٻڌي مرجي! دنيا ۾ اهڙو ٻيو عيب ڪي ڪونهي
مفت اچي لٿي ڪي خراب داغ لڳائڻ اهڙاف جو ڪم نه آهي
اي منهنجي سنهڻي سردار تون انهيءَ ڳالهه تان لهي وڃ -
(خجسته تي جو شهزادي جو عشق غالب پئجي ويو هو تنهنڪري)
مينا جي اها ورندي ٻڌندي ئي خجسته کي اهڙي چڙ آئي جو
يڪدم مينا کي پڃري مان ٻاهر ڪڍي ٻنهي ٽنگن کان جهلي
ڪنڌ مروٽي اهڙي زور سان زمين تي ڦهڪايائينس جو مينا جا
پران نڪري ويا ۽ خجسته وڏيڪ جوش ۾ پڇي طوطي وٽ اچي
چوڻ لڳي ته ميان منو مينا جا حال ڏٺئي؟ منوءَ جواب ڏنو.

ته سائڻ ماڻڻ بي ادبي جي سزا اهائي آهي. تنهن تي خجسته
دل ۾ سرهي ٿي چوڻ لڳس ته اي چتون مونکي مرد ماڻهوءَ
جي شڪل ڏني ڪيئي. ڏينهن ٿي ويا آهن جي تون موڪل ڏين
ته چار گهڙيون رات جون هڪڙي جوان شهزادي وٽان ٿي
صبح جو وري موٽي اچان جنهن جوان مونکي ڏاڍين ليلڙائين
۽ نيزارين سان پاڻوٽ اچڻ لاءِ چوائي موڪليو آهي - مٺو
ڏاڍو سياڻو هو تنهن پنهنجي دل ۾ ويچار ڪيو ته جيڪڏهن آءٌ
به هنکي هيئنر جهل پل ڪندس ته مينا وانگر سندس هٿان مارجي
ويندس تنهن ڪري تمام نرمي سان چوڻ لڳس ته اي سائڻ
مينا مورکه هئي اڪثر زال جي ذات نادان ٿيندي آهي تنهن
ڪري سياڻن کي واجب آهي ته پنهنجا ڳجهه ڳوهه اهڙن مورکن
کي نه ٻڌائن بلڪ جيترو ٿي سگهين اوترو اُنهن کان پاسو ڪن
تون هاڻي ڪو فڪر نه ڪر ۽ اُٻاهري نه ٿيءُ جيستائين منهنجي
سرير ۾ ساهه آهي تيستائين حتي المقدور تنهنجي هن ڪم ۾ سعيو
۽ ڪوشش ڪري توکي تنهنجي دلي مراد ۽ منشا تي پهچائيندس
پر خدا نخواست جيڪڏهن تنهنجو هيءُ ڳجهه ظاهر ٿي پيو ۽
رفته رفته ڪو واءُ تنهنجي ڀتار جي ڪن وڃي پهتو ۽ هو توسان
رنج ٿي پيو ته پوءِ مان اوهان ٻنهين کي ڪنهن تجويز سان
پرچائي ڏاهه ڏاهي ڇڏيندس جئن هڪڙي چتونءَ فرخ بيگ سوداگر
کي سنديس زال سان ڏاهه ڏاهي ڇڏيو هو تنهن تي خجسته چيس ته
فرخ بيگ سوداگر جو قصو ڪئن هو سو مونکي کولي ٻڌاءِ ته مان
تنهنجو ٿورو مڃيندس -

( رات ڇهين )

( چتونءَ جو خجسته کي فرخ بيگ سوداگر جو قصو ٻڌائڻ )

طوطي چيو ته هڪ شهر ۾ فرخ بيگ نالي هڪڙو ڀاڳيو سوداگر
رهندو هو تنهن وٽ هڪڙو عقل وارو طوطو رهندو هو. اتفاقن
سوداگر کي ڪنهن مسافريءَ ڏانهن وڃڻو پيو تڏهن مال متاع -

ٿي هڪل ۽ پنهنجي زال جي طوطي کي پارت ڪري پاڻ سوداگريءَ ۽ وپار لاءِ پرديه اُسهيو اُتي ڪيترا مهينا سوداگريءَ جي ڪم ۾ لڳي ويس - سندس وڃڻ کان پوءِ هڪ مهيني پڇاڙي سندس بيگم جون هڪڙي گڀرو مغل جوان سان اکيون لڳي ويون ۽ سدائي رات جو هنکي گهر کوٺائي صبح تائين ساڻس عيش عشرت ڪندي ۽ مزا ماڻيندي هئي طوطو انهن ٻنهين جو احوال پيو ڏسندو هو ۽ اُنهن جون رسن پريون ڳالهيون پيو ٻڌندو هو پر دل ۾ سانڍيندو ويندو هو - ڏيڍ ورهه کان پوءِ هو سوداگر پنهنجي گهر موٽي آيو ۽ پنهنجي گهر جي گذريل حقيقت بابت طوطي کان پڇا ڳاڇا ڪيائين ته مون کان پوءِ ڇا ڇا ٿي گذريو آهي ۽ ڪنهن ڪنهن ڇا ڇا ڪيو. طوطي پيو سربستو احوال بيان ڪري ٻڌايس باقي بيگم جو حال ٻڌي ڪين ٻڌايائينس هنڪري ته متان ٻنهين زال مرس جي وچ ۾ ڪو نفاق ٿي پوي يا هڪڙو نه پيو ماري وجهين - ٻن هفتن بعد سوداگر پنهنجي زال جي اُها حقيقت ڪنهن ٻئي ماڻهوءَ کان ٻڌي ! ۽ زال تي سخت ڏمر ڪرڻ لڳو. ڏاهن پڻ چيو آهي ته -

مصرع

نينهن ۽ خون ڪستوري هرگز نه ڍڪيا ڇپجي سگهن.

پلا باروت ۾ باھ ڪيتري ڇپائي سگهبي.

هيئنر سوداگر طوطي ڏانهه بدگمان ٿي دل ۾ چوڻ لڳو ته افسوس آهي جو طوطي مونکي بيگم جي نيڪ بد جي احوال کان ڪجهه به واقف نه ڪيو سوداگر جوش ۾ پيرجي بيگم کي گهڻي قدر ڇينڀڻ لڳو پر مت جي موڙهل بيگم ائين سمجهيو ته جيڪس طوطي ساڻس منهنجي اُها بد ڳاله ڪئي آهي جو ايتري قدر پتار مون سان چپ ٿيو پئي ۽ ڪرش رهي ٿو - انهي حسد کان هڪڙي ڏيهن آڌيءَ رات جو وجهه ڏسي بيگم طوطي جا کنڀ ۽ کنيرا ٽيون ڪوهي پٽي پنهنجي گهر کان ٻاهر اُڇلائي پوءِ وڏي گهوڙا گهوڙا ڪرڻ لڳي ۽ ٻانهن ۽ ٻانهين کي چوڻ لڳي ته اري منهنجي طوطي کي ٻلي ڪٽي ويئي بيگم سمجهيو ته طوطو مري

رڙيون پر هن ۾ ٻيان ٿورو ٻاهر هو، مگر مٿان ٿي ڪرڻ کان گهٽو
هڏمون پنهنجو هوس ۽ اڏامڻ تي ويو هو ٻهڙيءَ کن کان پوءِ
طوطي جڏهن ساهه پٽيو تڏهن پاڻ سنڀالي اُڏان رڙهي هڪڙي
پُراڻي مقام ۾ ويو ۽ ڪنهن قبر جي ٻُرڪ ۾ رهڻ لڳو. سڄو
ڏينهن بکيو رهندو هو ۽ رات جو اُن سوراخ مان ٻاهر نڪرندو
هو. جڏهن ڪو مسافرهن مقام ۾ اچي رات جو طعام کائيندو هو ته
اُنجا ڪريل جُوٺا ڀور ڀور ڪٽي کائيندو هو ۽ پاڻي پي صبح جو
وري انهيءَ سوراخ ۾ وڃي رهندو هو. ڪن ڏينهن گذرڻ پڄاڻ
ڪيس کنڀ جا وار ۽ ٿورو اُڏامڻ جهڙو ٿيو. جو هڪڙيءَ قبر کان
ٻيءَ قبر تائين اُڏامي ٿي سگهيو هيڏانهن هن طوطي سان
اهو ڪم ٿي گذريو ته هوڏانهن جنهن رات طوطو گم ٿي ويو
اُنجي صبح تي سوداگر پنهنجي هنڌ تان اُٿي جان طوطي جي
پڃري وٽ آيو ته، ڇا ڏسي ته مار طوطو آهي ئي ڪونه!
هي حال ڏسندي ئي سوداگر پنهنجي پڳ پٽ تي اُڇلائي هوڪ
۽ هل مچائڻ لڳو تان جو اُنهيءَ ارمان کان سوداگر سمهڻ
سهڙڻ کائڻ پيئڻ ڇڏي ڏنو ۽ آخر بيگم کي سخت ڏمر جي
هنڪي پنهنجي گهر کان ڪڍي ڇڏيو. بيگم الٽي سمجهيو ته ٺار
جا رهاڪو مونکي ڇا سمجهندا تنهنڪري مناسب آهي ته گهر جو
پر ۾ جو مقام آهي اُتي وڃي رهان ۽ ڪاڌو پيتو سڀ ڇڏي
ڏيان ته هن ڏکي ڏهيڙي جيا پي اُڪان ڇٽان پوءِ هوءَ اُنهيءَ ئي
مقام ۾ ويئي جڏهن رات ٿي تڏهن اُنهي ساڳي طوطي اُن
زال کي سڃاڻي قبر جي سوراخ مان چيو ته اڙي زال تون
پنهنجي مٿي جا وار منائي چاليهن ڏينهن تائين هن مقام ۾ بکي
اچي رهه ته آءٌ تنهنجي ساريءَ ڄمار جا پاپ گناهه بخش ڪريان
۽ تنهنجي ڀتار جي رچ موتي سلوڪ ۽ پرچاءُ ڪرايان
بيگم اهو آواز ٻڌي وسماند ۾ پئي سمجهڻ لڳي ته شايد هن
مقام ۾ ڪنهن ولي اولياءَ جي قبر آهي بلاشڪ هوءَ منهنجو ڏوهه
بخشيندو ۽ منهنجي مڙس کي موسان وري ملائيندو انهيءَ

يقين رکڻ سان هوءَ پنهنجو مٿو مناڻي، ڪو وقت اُن مقام ۾ رهڻ
لڳي. هڪڙي ڏينهن طوطي قبر جي سوراخ مان ٻاهر نڪري
چيس ته اي منهنجي سائڻ تو خالي پيلي بيگناهه منهنجا کنب
پٽي مونکي سخت ايذاءُ رسايو هو. خير جيڪي ٿيڻو هو سو ٿيو ۽
جيڪي ڪيو سو آءٌ ڄاڻان ٿو ته منهنجي قسمت ۾ ائين اڪيل
هو پر مون تنهنجو نمڪ کاڌو آهي ۽ تنهنجي پيءُ جو زر خريد
ٻانهون آهيان تون منهنجي ڌياڻي آهين آءٌ تنهنجو نوڪر آهيان
تنهنڪري مونکي تنهنجي خدمت ڪرڻ ضرور آهي ۽ قبر مان به
مون توکي آواز ڏنو هو تون نشچي ڄاڻ ته آءٌ سچار آهيان ۽
چغل لائي چاڙهي وارو ۽ تنهنجو بد خواهه نه آهيان جو تنهنجا عيب
ويهي تنهنجي مڙس کي ٻڌايان - هاڻي به ڏس هيڏو تنهنجي
پيءُ روٺ وڃان ٿو ۽ تنهنجو ان سان ميل ميلاپ ڪرايان ٿو
ائين چئي طوطو پنهنجي خانود جي گهر ويو ۽ نمرت سان نمي
هنکي سلام ڪري آداب بجاءِ آڻي دعا ڪرڻ لڳس ته سوداگر
پڇيس ته تون ڪير آهين ۽ ڪاٿون آيو آهين؟ جو هڙي
طرح آداب سان بيهي دعا ڪرين ٿو ابتري ۾ سوداگر پاڻ مرادو
چتوءَ کي ڏسي سڃاڻي گهڻي پيار مان ڪڍي پاڪر پائي چيس ته
اري هيستاءِ ڪٿي هئين ۽ ڪنهن جي گهر ٿي رهين سڀ حال
احوال کولي ٻڌاءِ طوطي عرض ڪيو ته اي منهجا خاوند آءٌ
توهانجو اهو شاگيبوئي اگيون جتون اهيان مونکي ٻلي پڃري مان
ڪڍي ويئي هئي ۽ آءٌ سندس پيٽ ۾ ٿي هوس! ڪڏهن سوداگر
پڇيس، ته تون وري جيئرو ڪيئن ٿئين ۽ طوطي جواب ڏنو ته
سڀ اوهان پنهنجي بيگناهه زال کي هٿ وٺي گهر نيڪالي ڏني
آهي انهي سببان هوءَ هڪڙي مقام ۾ ويئي ۽ اُتي چاليهه ڏينهن
لڳ لڳ بکه لنگهڻ ڪيائين ۽ بي اختيار آهون ۽ زاريون ڪيائين
ڏڪي تعالي هنجي فرياد ٻڌي مٿس مهربان ٿيو ۽ مون مٿل کي

ٻاري جياري حڪم ڏنائين ته اي طوطا تون هن زال جي پيٽان روٽ
۽ ٻڌهين کي پاڻ ڏاڍي ملائي پڙهائي ڇڏ بلڪ تون هنجي اشرافت
تي وڃي تعريف ڪر! سوداگر جڏهن اهو حال ٻڌو تڏهن خوش ٿيو
ٿي اُن جاءِ کان اُٿي ٻاهر نڪري ٿي سهارو ٿيو. بيگم رت آيزه اچي
چوڻ لڳس ته اي منهنجي پياري مونکي افسوس آهي جو مون ناحق
توکي رنجايو آهي هاڻي منهنجي خطا معاف ڪر. هوءِ ته ڪلهيئي
ٻيئي راضي هوئي سا ويتر به خوش ٿي پوءِ سوداگر هنکي دل
ٿي آيو جتي ٻئي ملي خوش ٿي عيش عشرت ڪرڻ لڳا——

پوءِ طوطي هن سوداگر جو قصو اتي پورو ڪري خجسته کي
چيو ته اي سردار سيگهه ڪر ۽ جيئن جلد تون شهزادي وٽ وڃ
متان وڃڻ ۾ دير ٿي پوندي ۽ پوءِ جي ڪوڙي ليکجين. خدا نخواسته
جيڪڏهن هيءُ خبر تنهنجي مڙس کي پهتي ۽ توکي هو ڏميندو
ته آءٌ به هن سوداگر جي طوطي وانگيان توهانجي ميل ميلاپ
ڪرائڻ لاءِ ڪوشش ڪندس. خجسته هن ڳالهه کان خوش ٿي
شهزادي ڏانهن وڃڻ جو ارادو ڪيو ته ايتري ۾ صفا صبح ٿي ريو.
اُنهي ڏينهن هن جو وڃڻ ٿي نه سگهيو تڏهن هوءِ غمگين ٿي
آسمان ڏي نهاري هيئن چوڻ لڳي.

—— بيت ——

ٻن دلين کي گڏ ڏسي تون ڪين هيڪاندو ڇڏين —
اي وڇوڙا هر جڳهه ناحق پيو وڇڙ ڪڏين.

خجسته جا مٺئي قصي ٻڌڻ لاءِ ٻيءَ رات جاڳي هئي سا
پوءِ وڃي وڇائي تي ستي رهي ۽ ننڊ اچي ويس.

❦ رات ڇهين داستان چوڪيدار جو ❦

جنهنکي وفاداري سببا طبرستان جي بادشاه وات تهرايو
جڏهن سج اڀريو ۽ چانڊ ڪڙيو تڏهن خجسته پنهنجي هنڌ کان اٿي
هٿ منهن ڌوئي طعام طرف جاءِ [illegible] پانت [illegible] جا مجرا ڪرائي
[illegible] شراب جا پيالا پي پوءِ عمدي سونهري زريدار پوشاڪ

ڀري زيورن ۽ قيمتي جواهرن سان پاڻ سينگاري خوبصورت
پري پيڪر بڻجي پهتي. سندس صورت تي خوش ٿي طوطي رات
جي چوڻ لڳي ته اي مهربان منهنجو جيڪڏهن رخصت ڏين ته اڄ
رات اُن شهزادي وٽ وڃي پنهنجي دل جي آس مراد پوري
ڪري اچان ؟ طوطو چوڻ لڳو ته اي سردار توکي آنند ۾ رهه
وسوسو نه ڪر آءٌ توهانجي ڪم جي پورائي ۽ ڪوشش ۾ لڳو پيو
آهيان سگهوئي توکي توهانجي دلي دلبرسان ملائيندس پر توکي
لازم آهي ته تون به هنجي دوستي ۽ شوق ۽ عشق انهي طرح
دل ۾ رک جئن هڪڙي چوڪيدار طبرستان جي بادشاه جي
محبت دل ۾ رکي هئي جنهنجي عيوض اڪٺ مايا حاصل ڪياءِ
خجسته پڇيو ته اُهو قصو ڪئن آهيءَ سو مفصل بيان ڪري مونکي
ٻڌاءِ - طوطو چوڻ لڳو ته اي سردار اڳئين سمي جي عاقلن ۽
بزرگن فرمايو آهي ته هڪڙي ڏينهن طبرستان جي بادشاه عيش
جي مجلس بهشت وانگيان سينگاري ۽ ڀانت ڀانت جا لذيذ
اڄ ۽ قسم قسم جا شراب ڪباب اُن محفل ۾ موجود ڪريا جنهن
۾ شهر جا وزير امير عاقل عادل حڪيم ڊاڪٽر بلڪ سڀ صاحب
ڪماليت جا ۽ وڏا ماڻهو حاضر هوا - طعام کائي شراب ۽
شربت ٿي پيتاءِ ته ايتري ۾ هڪڙو اجنبي ماڻهو اُن بادشاهي
محفل ۾ بي ڊپو گهري آيو هي حال ڏسي مجلس وارن پڇيس
ته اي شخص تون ڪير آهين ۽ ڪٿان آيو آهين؟ هن جواب ڏنو
ته آءٌ ڪنو هٽندر ۽ شينهن پڪڙيندڙ تماشو سورمو ماڻهو آهيان ۽
ڪير اندازي به انهي جا ڄاڻندو آهيان جو گهڙو به سخت پٿر
نهي ته هڪڙيئي تير سان ڏاري وڃانس بلڪ منهنجو تير جبل
جي پار لنگهي سگهي ٿو - انهي سوا هگيري کان سواءِ ٻيو به سيڪنهن
هنرمان واقف آهيان ۽ پڻ ڪيترين حڪمتون ڄاڻندو آهيان
آءٌ ڀريا خجند جي امير وٽ نوڪر هيس پر هن منهنجي

قدر نه سڃاتو، تڏهن سندس نوڪري ڇڏي طبرستان جي بادشاهه
وٽ آيو آهيان، جيڪڏهن هو مونکي رکندو ته آءُ وٽس رهندس
۽ جا نشاني ۽ پنهنجا پورهيا ڪيس ڏيکاريدس - طبرستان جي
پادشاهه هيءُ ڳالهه ٻڌي وزير کي حڪم ڏنو ته هنکي بالفعل چوڪيداريءَ
جي نوڪري ڏيو پوءِ دريافت بعد جئن مناسب ڄاتو ويندو تئن
ڪيو ويندو - بادشاهه جي حڪم پٽاندر وزير هنکي چوڪيداريءَ
جي نوڪري ڏني ۽ هو چوڪيدار شب کنهن رات شام کان
وٺي صبح تائين دولتخاني جي پهري تي خبردار رهيو بادشاهه جي
ماڙيءَ جي سرت رکندو رهيو اتفاق هڪڙيءَ رات آڌي تائين
بادشاهه ماڙيءَ تي پسار پئي ڪيو ۽ هيڏانهن هوڏانهن پئي نهاريو ته
اچانڪ هن چوڪيدار تي نگاهه پئجي ويس ۽ چيائين ته هڪڙو
ماڻهو پيرن پر سجاڳ بيٺو آهي تڏهن پڇيائينس ته ڪير
آهين؟ جو ڪمهلو محلات هيٺان بيٺو آهين چوڪيدار عرض ڪيو
ته جيندا قبلا وڏيءَ چار هفتي آءُ هن دولتخاني جو پهريدار
آهيان هن محلات هيٺان ڪيترن ڏينهن کان ساري رات حاضر
رهندو آهيان ۽ اُميدوار هوس ته سائينجن جي برڪت پريءَ
منهن جو ديدار ڪري پنهنجو نور روشن ڪريان، سو اڄ رات
بخت جي ياوريءَ ۽ طالع جي سدورائيءَ ڪري حضور جنهنجي ديدار
ڪرڻ سان منهنجي دل ڏاڍي خوش ٿي آهي چوڪيدار اڃان
ڳالهايو ٿي ته جهنگ جي طرف کان بادشاهه جي ڪن تي هڪڙو
پڙلاءُ پيو ته "آءُ وڃان ٿي آهي ڪو اهڙو مڙس جو مونکي موٽائي"-
هيءَ ڳالهه ٻڌنديئي بادشاهه عجب ۾ پئجي اُن چوڪيدار کي
چوڻ لڳو ته تون به ڪو آواز ٻڌين ٿو ته ڪٿان ٿو اچي؟ هن
عرض ڪيو ته سائين منهنجا مان ڪيترين راتين کان آڌيءَ
رات پڇاڙا اهو آواز ٻڌندو آهيان! پر پهري جي خطري کان
ڪيڏانهن وڃي نه سگهندو آهيان انهيءَ سبب پروڙي ڪانه ٿي

بوڏا ته اسان آواز ڪنهن جو آهي؟ ڪاٺئن پيو اچي! جيڪڏهن
ارشاد ٿئي ته هيئنر جو هيئنر وڃي سيگهه اها حقيقت پروڙي
جي حضور ۾ عرض ڪريان. بادشاه فرمايو ته چڱو جلد وڃ ۽ سچو
سماءُ آڻي گذارش ڪر. پوءِ هيءُ چوڪيدار آواز جي خبر چار وٺڻ
لاءِ آواز جي پاسي روانو ٿيو ٿوري پنڌ ڪياءِ ته بادشاه جي
ڪڙي ڪاري ڪري، ساڄي هٿ ۾ مٿي کي ويڙهي پنيا ٿس
ريو چوڪيدار اڳيرو وڃي ڇا ڏسي ته هڪڙي وڻ جي هيٺان
هڪڙي سهڻي من موهڻي عورت ويٺي آهي جا هٿن پئي ڇوي ته" اءِ
جان ٿي ۽ ڏسان ته ڪير آهي؟ ۽ مڙس آهي جو مونکي موٽائي ۽
وڃڻ نه ڏئي" تڏهن، چوڪيدار پڇس ته اي نيڪ عورت تون
ڪير آهين ۽ اهڙي ڇا لاءِ ٿي ڪرين؟ هن وراڻي ڏني ته اءِ
طبرستان جي بادشاه جي ڇتار جي تصوير آهيان هنجي ڇتار
جي پوري ٿي آهي تنهنڪري مان هيئنر وڃان ٿي هيءَ ڳالهه
ٻڌي چوڪيدار هنکي چيو ته اي بادشاه جي ڇتار جي تصوير
تون ڪنهن طرح سان وري موٽندين ۽ پوئتي ايندين؟ تڏهن
جواب ڏنو ته اي چوڪيدار هڪڙي شرط سان مان موٽنديس
سو هي آهي ته تون جيڪڏهن پنهنجي پٽ کي قربان ڪرين ته
مان موٽان نه ته موٽڻ ڪونهي ۽ انهيءَ ڪري بادشاه جو وري
ڪي ڏينهن هن جڳهه ۾ جيئو ٿيندو ۽ جلد ڪين مرندو هيءَ
ڳالهه بادشاه پڻ ٻڌي- چوڪيدار نهايت خوش ٿي جواب ڏنو
ته اي عورت بادشاه جي عمر تان آءٌ پنهنجي ۽ پنهنجي پٽ
جي عمر قربان ڪريان ٿو تون اُپاءُ نه ڪر ٿورو ترس آءٌ
هيئنر پنهنجي گهر وڃان ٿو ۽ پٽ کي وٺي تنهنجي اڳيان قربان
ڪريان ٿو بادشاه جي سلامتي واسطي پياري پٽ جو ڪسڻ
قبول ڪندس پوءِ چوڪيدار پنهنجي گهر ويو ۽ پٽ کي چيائين ته
بادشاه جي ڇتار پوري ٿي آئي ٿوري پل ۾ مرڻو آهي سو
جيڪڏهن تون پنهنجي عمر هنکي ڏين ته هو تنهنجي مرڻ سان جيئرو

۽ ڪي ڏينهن هن جڳهه ۾ رهندو هو سياڳو سڌ رڙ چڙ ڪر اها ڳالهه
ڏي چوڻ لڳو ته بابا سائين بادشاهه منصف ۽ عادل آهي اهڙي
سخي ۽ همت واري غريب پرور رعيت نواز حاڪم جي لاءِ اڄ
ڪهڙي شي آهيان جيڪڏهن مون جهڙو ناچيز ماڻهو بادشاهه تان
صدقي ٿيو ۽ بادشاهه اهي ڪري سلامت رهيو ته جهان جي پرورش
ڪندو - چڱو ائين آهي ته مونکي جلد وٺي هل ۽ هلي اُن کان
صدقو ڪر— جنهن ۾ تنهنجو هن جهان ۽ ٻي جهان ۾ لاڀ آهي
چاڪاڻ ته هڪڙو تنهنجو حڪم مڃڻ ۽ ٻيو اهڙي بادشاهه تان
قربان ٿيڻ تنهن کان وڌ تنهنجي لاءِ ٻي ڪا چڱي ڳالهه نه آهي
آخر چوڪيدار پنهنجو پٽ اُن زال وٽ وٺي آيو ۽ ڇوڪر
ي چوڪنيو ٻڌي پانياءِ ته ڪاٿ ساڻ سسي وڍي پانس ته ايتري
۾ اُن زال سندس هٿ پڪڙي چيو ته خبردار چوڪيدار ڇوڪر
ي نه ڪهه، ڌڻي تعاليٰ کي تنهنجي انهيءَ همت تي ٻاجهه آئي
آهي ۽ مونکي حڪم ڏنو اٿس ته ٻيا ٻه سٺ ورهيه بادشاهه جي
دم رهه، چوڪيدار هيءَ خوشخبري ٻڌي ڏاڍو خوش ٿيو
يڪدم بادشاهه کي سڏ ڏيڻ لاءِ هليو. هيءَ سڄي حالت طبرستان
جي بادشاهه پاڻ پنهنجي اکين سان ڏسي ۽ ٻڌي آيو هو ٽڪرو
ڪي ٽڪرو ٽڪرو ٿي ساڳي پنهنجي ماڙيءَ تي پنهنجي ۽ ٻيهي پهار
ڪرڻ لڳو ته جلد ئي چوڪيدار بادشاهه وٽ اچي سلام ڪري
دعا ڪرڻ لڳو ته حضور جن جي عمر ۽ دولت ۽ دبدبو ۽ مرتبو
قيامت تائين شال وڌندو هجي ته اڄ بادشاهه کانئس پڇيو ته اهو
آواز تنهنجو هو ڪو ڪا ڦرڙاٽ پئي هجي ته دير نه ڪر جلد ٻڌاءِ
هن هٿ ٻڌي عرض ڪيو ته قبلا هڪڙي حسين ۽ جوڀن ڀريل زال
پنهنجي ڀتار سان وڙهي رسي هن جهنگ ۾ پيچري آئي هئي
رات کي وڻ جي هيٺان ٻيٺي رني ۽ هن پي چياءِ ته اڄ نه رهنديس
ٽڪرن مان وتس ويس ۽ ڪيس مٺين ڳالهين سان پرچائي
ڀتار سان پرچائي ڇڏيم هاڻ مون سان انجام ڪيو اٿس ته

مان ست ورهه ڪاءِ پنهنجي مڙس جي گهر مان ٻاهر نه نڪرندس
پادشاهه دل ۾ چوڪيدار جي اهڙي وفاداري ۽ اشرافت ۽ سياڻپ
۽ اُنجي پٽ جي جرات ڏسي ڏاڍو سرهو ٿيو ۽ چيائين ته اي
چوڪيدار جنهن مهل تون آواز جي سڌ وٺڻ لاءِ روانو ٿئين تنهن
مهل آءٌ پڻ تنهنجي پٺيان آيس تنهنجا ۽ پٽهون ۽ هن زال جا
سوال جواب ۽ تنهنجي ۽ تنهنجي پٽ جي ساري وفاداري
پنهنجي اکين ۽ ڪنن سان ڏٺم! انهيءَ ڪري هينئر ڌڻي جي
فضل سان توں جلدي ئي وڏي اوج کي رسندين! ائين چئي
پادشاهه وڃي آرامي ٿيو ٻن چئن گهڙين کان پوءِ صبح ٿيم ته
پادشاهه ڪچهريءَ ۾ آيو اُن چوڪيدار کي گهرائي سڀني اميرن
وزيرن ۽ ڪامورن اڳيان فرمايائين ته اي حاضرو آءٌ هن چوڪيدار
کي گهڻيءَ خوشي سان اڄ پنهنجو وليعهد يعني وارث ٺهرايان ٿو ۽
خزاني ۽ جا ڪرف ۽ ڪنجيون مال مڏيون سڀ پنهنجي عقل ۽
رضامندي سان سندس حوالي ڪريان ٿو. طوطي ايترو چئي هي
نقل پورو ڪيو ته ايتري ۾ صبح ٿيو ۽ سج اُڀريو ۽ خجسته جو
وڃڻ موقوف رهيو جا وڃي پلنگ تي سمهي رهي —بيت—

سڄي رات جاڳڻ - ڪنان ڪيس خوب خواب
چپر تي سٽي ننڊ اچي ويس شتاب

## رات ٽيين داستان سوناري ۽ واڍي جو ۽ جو

## "ناٺي نينهن توڙيو"

جڏهن سج لٿو ۽ چنڊ اُڀريو تڏهن خجسته ارغواني جوڙو
پهري بسنتي دوشالو ڍڪي هيرن ۽ جواهرن سان جڙيل خوب
پاڻ سينگاري زمردن ۽ ياقوتن جو هار ڳچيءَ ۾ پائي طعام ۽ ميوا
کائي عطر عنبر سان واسجي چوڌاري وٺ آئي ۽ جڙاؤ دار ڪرسيءَ
تي ويهي طوطي کي چوڻ لڳي ته اي مٺو مونکي اڄ مڪو موڪل

ڏي ته وڃي پنهنجي يار دلدار شان محبت ونڊي، وروه ڪري
دل ڪان ڦورائي جو غبار لاهي ڪن من ٺاري سيتل ڪري اڄان
طوطي چيو ته اي سردار مرن ڪري ٻهري ٿي رات رخصت
ڏني هئي هاڻي ڇاڪاڻ دير ڪئي اٿئي سگهي وڃ پر بدن ڪان
زيور لاهي رکه ڇو ته دنيا ۾ بري بلا آهي اهڙا املهه هيرا جواهر
۽ بي بها زيور پائي ڌارئي مڙس وٽ وڃڻ چڱو نه آهي ڇاڪاڻ
ته مٿان هنجي اکه مٽين ۽ ڳهڻن ڪي موهجي پوي ۽ سندس دل
لالچي وڃي ته نه ڪون رهندي نه ڳهڻا رهندا دوستي ته ويندي
پر ”ڳهڻ جا به ڏکائي ڪيڻن ٿي“ جئن هڪڙي سوناري ۽ واڍي
جي دوستي ۾ وڳوڙ پيو هو جو هو زرجي لاءِ ورهين جي دوستي
ٽٽي پيئن سچ آهي ته ناڻو نينهن ٽوڙ آهي. خجسته پڇيس ته اها
آکاڻي ڪئن آهي سا مونکي ٻڌاءِ طوطي چيو ته اي سردار
سمرقند شهر ۾ هڪڙي واڍي جي هڪ سوناري سان اهڙي
دوستي هئي جو جنهن اُنهنکي ڏٺو ٿي تنهن چيو ٿي ته هي پاڻ ۾
عاشق معشوق آهن بلڪ سڳا ڀاءُر آهن. هڪڙي ڏينهن سونارو ڪنهن
ڏيساور جي مسافريءَ لاءِ تيار ٿيو ڪڏهن واڍيءَ چيس ته آءٌ تون
کان ڌار هڪڙو دم به جالي نه سگهندس آخر هي ٻئي ڄڻا گڏجي مسافريءَ
تي هليا پر ڪنهن شهر ۾ اچي ڪيٽيجي ۽ پيا پاڻ ۾ صلاح ڪيائون ته
هن شهر ۾ ٺلاڻي هڪڙو ڏيورو آهي تنهن ۾ ڪيترين سونيون مورتون
آهن جن کي هيرا ياقوت جڙيل آهن تنهنڪري ٻئي ڄڻا هتان
برهمڻ جو ويس ڪري اُتي هلون ۽ هلي شيوا پوڄا ۾ لڳي رهون
پوءِ جڏهن وقت وجهه لڳي تنهن وقت اُن مندر مان سونيون مورتون
چورائي وڪڻي ساڄي عمر گهر ۾ سکيو گذاريون اها ڳالهه ٺهرائي
ٻئي ڄڻا مندر ۾ ويا ۽ رات ڏينهن پوڄا ۾ اهڙا لڳي رهيا جو
ڏيوريءَ جا برهمڻ سندن پوڄا ڏسي ڏاڍا لڄي ٿيا ۽ چوڻ لڳا

نہ پوءِ جاهوڙي ڪجهي آخر مڙني ٻو ڄارين هنن پنهن شخصن کي
اُن ڏيوري جو مکيہ بناءِ سيئي زيورن سوڌيون مورتون سندن
حوالي ڪيون ۽ ڪنهن وقت جڏهن اُن ڏيوري ۾ هنن پنهنجن
ڌاران ڪا پهرن نہ رهي تڏهن هڪڙي رات وجهہ ڏسي ڪجهہ
سونيون مورتون ۽ جڙاءُ دارگهہ وغيره اُتان چورائي هڪڙي
ڏهوڻي قلعي جي پٽ هيٺان ڏرو کٽي پوري ڇڏيائون ۽ آخر
هڪڙي ڏينهن آڌيءَ رات ڏيوري کان ٻاهر نڪتا ۽ اُن قلعي
جي پٽ هيٺان مورتون ڪڍي گوڏڻ ۾ وجهي کڻي پنهنجي
گهر ڏي واٽ وٺي هليا جڏهن پنهنجي گهر جي ويجها ويا
تڏهن سڀ چورايل سامان سڳي شڳي سوڌو هڪڙي وڻ جي
هيٺان پوري گهرج وقت پاڻ ۾ گڏجي اچي ڪڍڻ جو انجام ۾
ڪري پنهنجي پنهنجي گهر جو رستو وٺي هليا سونارو ڪمام لالچي
هو سو اڌرات کان پوءِ اڪيلوئي اڪيلو آيو ۽ سڀ مورتون
۽ زيور اُتان ڪڍي پنهنجي گهر کڻي ويو ۽ صبح جو واڍي کي
گهر وڃي چوڻ لڳو اي بي ايمان ڪوڙا ڪپٽيا واڍا واهہ جي
دوستي نڀائي اٿيئي ميلڊ جي ساڃاهہ نہ رکي اڳاٽي پريت
۾ ڏڦير وڌءِ جو مورتون مون کان چورائي پنهنجي گهر کڻي
آيو آهين اهڙي دولاب ساڻ ڪيترا ڏينهن جيئندين ۽ گهڻا ن
ڏينهن کائي کائيندين ۽ هن سچي دوستي کي ٻڏو سون آهي
ٻڌڻ انجون ڳالهيون ٻڌي وسوسو ٿي ويو ٻڌڪي چا ٻيو
نيٺ لاچار ٿي چوڻ لڳس اي سونارا جڏڪي ڪي سو ٿيو ٿيڻو
هو سو ٿيو آءُ سڀڪي ڄاڻان ٿو پر خدا جي واسطي مون کي
ڪوڙي تهمت نہ رکہ واڍو سيانو هو ڪنهن سان وڙهڻ ۽ وات
چوڻ مناسب نہ سمجهي اٿي مات ڪئي پر ڪن ڏينهن پڄاڻا
هڪن ڪياءِ جو هڪڙو ڪاٺ جو پتلو سوناري جي شڪل جهڙو
هو بهو ٺاهي ۽ اُن کي هرائي ڪپڙا ڍڪائي ڪنهن هنڌان رڇ
جا ٻہ ٻچا وٺي آيو ۽ هن پتلي جي پلاند ۾ انهن ٻچن جي کاڌڻ
جهڙيو ڪي شيون رکي ڇڏ ڊياءِ جڏهن انهن کي بکہ لڳندهئي تڏهن

پتلي وٽ اچي سندس پلاند ۾ جيڪي ڏسندا هوا سو ڪا ٿيندا
هوا ۽ دل ۾ چا ٺندا هئا ته اها نجر ابرام ڪر. اهو پتلو آهي
مطلب ته هنن ٻنهين جي هن پتلي سان اهڙي محبت پيجهي
ويئي جو ڏهاڙي گهڙيءَ حب مان هنجي هنج ۾ اچي وهندا هوا جڏهن
واڍي انهن ٻچن جي هن پتلي سان ڏاڍي حب ڏٺي تڏهن
واڍي هن سوناري ۽ جو ٽس جي مهماني ڪئي سونارو ۽ سوناري
جي جوءِ ٻن پٽن سان اُن واڍي جي گهر ويئي واڍي ٻن
ڌهڙين ڪان پوءِ سوناري کي ويسلو ڏسي سندس ٻن پٽن کي
انهي جاءِ ۾ لڪايو جنهن ۾ رڇ جا ٻچا رهندا هوا ۽ رڇ جي
ٻچن کي چيڙي هل مچائڻ لڳو ته هي هي سوناري جا پٽ
ڪهڙي طرح رڇ جا ٻچا ٿي پيا اها ڳالهه ٻڌي سوناري جي
ٻوڙي سڪي ويئي ۽ اوچنگارون ڏيندو رڙندو واڍي جي چيلهه
۾ هٿ وجهي چوڻ لڳو ته اڙي چڙتو ڪوڙ ڪرين ڪڏهن ماڻهو
ٻه مرون ٿيا آهن نيٺ هٺندي ڏٺندي معاملو قاضي وٽ آيو
۽ قاضي پڇيو ته اي واڍا هن جا پٽ رڇ جا ٻچا ڪئن ٿيا
واڍي وراڻي ڏني ته سائي هنن ٻنهي ڇوڪرن منهنجي اڳيان
راند پئي ڪئي اوچتو زمين تي ڪرڻ سان رڇ جا ٻچا ٿي
پيا قاضي چيو ته آءُ انهي ڳالهه تي ڪئن پٽ ڪريان ۽ تڏهن
واڍو چوڻ لڳو ته سائين تواريخ جي ڪتاب ۾ لکيل ڏٺو
آهي ته حضرت عيسيٰ جي وقت ۾ ڪيترا ماڻهو پنهنجي اصلي
شڪل مان مٽجي ٻورڙي پيا جنجو عقل جڏهن جيو تڏهن سال
رهيو ۽ صحبت پريت نه اُهڙي ڪي هئين- هاڻي واجب آهي
ته هن وقت تمام دربار ۾ انهن ٻچن کي گهرائي سوناري جي
اڳيان بهاريو جيڪڏهن تحقيق سندس ٻار هوندا ته سا ٽس لاڏ
ڪوڏ ڪندا ۽ جي نه ته جيڪي وڻيو سو مون سان ڪجو هي
ڳالهه ٻڌي قاضيءَ ٻچن کي گهرائي سوناري جي سامهون ڇڏايو-
رڇ جي ٻچن جنهن وقت سوناري جي صورت ڏٺي تنهن وقت
بي اختيار ڊوڙي ڇهڻي ۽ پير تي منهن مهٽڻ ۽ ڪڇڻ ۾ ڪنڌ

وڃڻ لڳس تڏهن قاضي چيو ته اي سونارا مونکي پڪ ٿي
آهي ته هي برابر تنهنجا يار آهن هاڻي پنهنجي ڪئي وچ
ناحق ڇا لاءِ ٿو تڪرار ڪرين تڏهن سونار راضي ٿي پيرن
تي ڪري پيو ۽ منٿون ميڙ ڪري چوڻ لڳس ته اي يار جيڪڏهن
تون پنهنجي پٽني وٺڻ لاءِ هي حڪمت ويڙهائي هجي ته
پنهنجي پٽني وٺ ۽ منهنجا يار مونکي ڏي- هن چيو ته اي
سونارا تو مون سان ڪا نه رهائي ۽ امانت ۾ خيانت ڪئي
ٿي هاڻي جيڪڏهن ڪوڙ ڳالهائڻ ڇڏين ۽ دغا بازي ۽ ڪپٽ
کان توبه ڪرين ته تنهنجا پٽ موٽي اصولوڪي صورت ۾
اچن پوءِ سوناري هنڪي اها پٽني ڏيئي پنهنجا پٽ ورتائين-

طوطي هي نقل پورو ڪري چيو ته اي خجسته تون پنهنجا
زيور لاهي رکي وڃ ڇو ته مبادا شهزادو لالچ نه ڪري ته پوءِ
نه زيور رهندا ۽ نه دوستي بقا ڪندي- خجسته اها ڳالهه ٻڌي
ارادو ڪيو ته ڪپڙا لاهي پنهنجي معشوق وٽ وڃان ته ايتري ۾
صبح ٿي ويو ۽ ڪڪڙن پره ڦٽي جا ڏس هيان هن ڏينهن به
خجسته جو وڃڻ بند رهيو هي بيت پڙهي ماٺ ڪري ويهي
رهي—

-بيت-

رئندي رئندي وهاڻي رات آلا ري سڄڻ دل کي ناه ساڃت الا

## راتِ چوٿين داستان سپاهي جي زال ۽ اميرزادي جو

جڏهن سج لٿو ۽ چنڊ اڀريو تڏهن خجسته هڪڙو ڪهڙو جوڙو
پائي جو اهڙن سان ڀاڻ سينگاري- مسي ڏندن کي لائي-
چپ ڳاڙها ڪري- وارن کي خوشبوءِ دار تيل مکي- ڦڻي چوٽي
ڪري- نئين ڪنوار- ٻاڙهن ورهن جي ٻالڪي ٻڌاجي— سٺا
سٺا لذيذ لذيذ طعام ۽ ميوا گهرائي ڪائي پي طوطي رت
موڪل وٺڻ آئي ۽ چوڻ لڳي ته اي طوطا تون مونکي سيڪنهن
رات ڳالهين سان ڏاڍا ريو چترايو ترسايو تو ڇڏين توکي
منهنجي ڪجهه خبر ته ٿي پوي ته آءُ عشق جي درد ۾ ڪيتري
قدر نه مبتلا ٿي آهيان——

بيت- عشق ۾ حيران آهيان ڇا ڪندا تنهنجا انجام
ڪا دنيا جي چيز نعمت مون نه اُجهي صبح و شام
يار جي جهوريءَ ڪنان هي ٻت سڪي ٿيو ڪو ڪلو
ڪار ڪم ٻيا سڀ وساري ڪر اُتي پنهنجو ٻلو

قسم اٿيئي ڏٺو جو اڄوڪي رات موڪل ڏيئم ته اچ وڃان ۽ وڃي پنهنجي يار سان رهاڻ ڪريان طوطي چيو ته اي خجسته اچ ٺ انهيءَ ڳالهه کان شرمنده آهيان- منهنجو هنيون ٿو پوسري جو تو سيڪنهن رات منهنجون ڳالهيون ٻڌي پنهنجي يار رٺ وڃڻ کان رهجيو وڃين. خدا نخواسته ديکهن انهي عرصي ۾ تنهنجو پيارا جي سهڙي ته خوا مخواه پنهنجي معشوق کان شرمندي ٿيندي ءَ جهڙيءَ طرح هڪڙو اميرزادو ڪنهن سپاهي جي زال کان شرمندو ٿيو. خجسته پڇيو ته اهو قصو ڪئن آهي سو جلد بيان ڪر طوطي چيو ته ڪنهن شهر ۾ هڪڙو سپاهي هو تنهنجي زال اهڙي خوبصورت هئي جو چنڊ اُنجي ڏسڻ کان لڄي ٿي ڪڪرن هيٺ لڪجي ويندو- سپاهي تنهن به جهڙيس ڪانه هئي سپاهي هڪڙي ڪن به هن کان الڳ نه ٿيندو هو اتفاق زماني جي گردش کان سپاهي ڪنگالپڻ ۾ ٿي وڃي پهتو انهن جو ٽس چيس ته اي پيارا تون ڇا لاءِ پنهنجي ڪرت ڪار ڇڏي ڏني آهي ۽ ڇو هڙن ٻڙن حالن کي اچي پهتو آهين؟ جواب ڏنائينس ته اي بي بي مونکي ٽوڪي ويساه نٿو ڇوي تنهنڪري ڪرت ڪار ڇٿي ڪري اهڙو خراب ٿيو آهيان! ته ڪٿي وڃي ٿو سگان ۽ نه ڪنهنجي نوڪري ڪري ٿو سگهان جو ٽس ورندي ڏني اي پيارا هي خام خيال ۽ ڪچا پور دل ۾ مان ڪيي ڇڏ چوته ايماندار عورت کي ڪوئي به موهي نٿو سگهي ۽ ٻاهر پيريءَ ۽ لانگهه چوٽي زال جي ڪو پيتار سنڀال نٿو ڪري سگهي چوندا آهن ته ٻه پير و شل پنهنجي ٽي نه اچي! تو شايد هن جوڳي جو نقل ڪين ٻڌو آهي جو هاٿي ٻڌڻجي تنهنجي زال کي پٺيءَ تي چاڙهي جهڙ جنگهه ۽ بر بيٺ ۾ پيو

[illegible] ڏندو هو ان بي مرمم عورت پنهنجي مڙس جي پٺيءَ تي [illegible] رنديءَ [illegible] مان بزرگ [illegible] سپاهي [illegible] پڻ ۽ چيس ته هنجو نقل ڪئن آهي سو ٻڌاءِ —

زال چيو ته هڪڙي واڻهڙو ڪنهن بيابان ۾ پريان هڪڙو مست هاٿي ايندو ڏٺو هو انجي ڏهڪاءَ کان ڏکي هڪڙي وڏي وڻ ۾ وڃي چڙهي ويٺو ٿوريءَ ويرم کان پوءِ اوچتو اهو هاٿي انهيءَ وڻ هيٺ آيو جتي اهو واڻهڙو لڪيل هو ۽ ڏاڍو ڏڪي ۽ چوڻ لڳو ته خدا اڪو خير ڪري ۽ ايتري ۾ هاٿي پنهنجي پيش عماري لاهي چرڻ ويو ۽ اُن لڪيل واڻهڙو ڏٺو ته عماريءَ ۾ هڪڙي سوڀياوان عورت ويٺي آهي پوءِ هو خوش ٿي وڻ کان لهي [illegible] ان سان چرچا گهبا ڪرڻ لڳو ۽ هوءَ جلدي هن سان ريجهي ويئي نازنخرا ڪرڻ لڳي ۽ آخر وڻ جي اوٽ ۾ هو ٻيئڙي ڪم ۾ رنڀي ويا جڏهن واندا ٿيا تڏهن هن زال پنهنجي کيسي مان هڪڙو ڳنڍيل ڌاڳو ڪڍيو ۽ هڪڙي ڳنڍ ٻي به اُن ڌاڳي کي ڏني ۽ هن پڇيس ته هي ڳنڍيون ڇو ڏنيون اٿئي ۽ مون کي [illegible] احوال کان واقف ڪر پوءِ اُن زال چيو ته منهنجو مڙس ڏاڍو غيرت وارو آهي جو منهنجي حفاظت لاءِ کي هاٿي بٺيو آ [illegible] ۽ مونکي پنهنجي پٺيءَ تي چاڙهي بيابان ۾ پيو ٿو گهمي [illegible]جي ايتريءَ خبرداريءَ هوندي به مون هڪ سو هڪ ڄڻن سان تو سميت برو ڪم ڪيو آهي ! زال جڏهن هي نقل چئي پورو ڪيو تڏهن سپاهيءَ چيو ته هاڻي جئن چوين تئن ڪريان تڏهن هن چيس ته چڱي صلاح اها آهي ته سفر ڪر ۽ ڪنهن امير زادي وٽ وڃي نوڪري ڪر. آءٌ هڪڙو تازن گلن جو گلدستو ڏيانيءَ ٿي جيسي اهو گلدستو نه ڪومائبو تيسين پڪ ڄاڻج ته تنهنجي بي بي بيداغ آهي ۽ خدا نخواسته ڪڏهن ڪومائجي وڃي ته ڄاڻج ته گلدستو خرابي ۾ ٿي آهي - اها ڳالهه سپاهيءَ کي پسند آئي ۽ زال کان وٺي موڪلائي ڪنهن شهر ۾ اچي هڪڙي اميرزادي وٽ نوڪريءَ تي بيٺو هر روز اُن گلدستي کي پيو

ڏسندو رهيو ڪن ڏينهن کان پوءِ خزان جي مند مڙي، جنهن ۾ باغ بستان
گل ڦل ۽ مکڙيون سڀ سڙي سڪي ويون ته سپاهيءَ جي
گلدستي تازا پئي ڪنهن گل ڦل جو نالو به نه رهيو، ڏسندي؟
اميرزاديءَ پنهنجن پيادن ساٿين کي چيو ته جي ڪڏهن لک رپيا
خرچ ڪجن ته به جيڪر هن وقت هڪڙو گل به نه ملي سگهي.
عجب آهي ته هي غريب سپاهي هميشه تازي جو تازو گلدستو
ڪٿان ٿو آڻي! هنن جواب ڏنو ته ساءِ اسان پاڻ انهيءَ اچرج
۾ آهيون پوءِ اميرزاديءَ سپاهيءَ کان پڇيو ته هي گلدستا
جا جو آهي ۽ ڪٿان ٿو آڻي، هن چيو ته قبلا هي مونکي
منهنجي زال پنهنجي سيل ست جي نشاني ڏني آهي ۽ چيو
اٿس ته جيسين هي گلدستو تازو هوندو تيسين يقين ڄاڻج ته
منهنجا پلو گناهه کان آجا آهن، ايترو ٻڌي اميرزادو کليو،
چيائينس ته اي سپاهي تنهنجي زال ڪا جادوگر ۽ مڪرياڻ آهي
لوڪي ڪاٺ جو ٻوڙ ڏيئي ڪيو اٿس ۽ پاڻ پيئي سان پئي
عيش عشرت ڪندي هوندي پر سپاهيءَ کي پڪ هئي ته منهنجي
زال اهڙي خراب نه آهي آخر اميرزاديءَ پنهنجي هڪ بورچيءَ
کي چيو ته تو هن سپاهيءَ جي ڳوٺ ڏي وڃ ۽ سندس زال کي
ڪنهن به دوءِ دولاب سان ريجهي ڏاري هيڏي وٺي اچ ته ڏسون
هي گلدستو تريل رهي ٿو يا نه پوءِ هو بورچي سپاهيءَ جي ڳوٺ
ڏانهن ويو، هڪڙي ڏوتيءَ کي لالچائي سمجهائي، سپاهيءَ جي
زال ڏانهن موڪليائين ڏوتيءَ هن عورت کي گهڻي قدر ريجهيو
پر هوءَ سياڻي ۽ عقل واري هئي سو چيائينس ته هن مڙس کي
مونوٽ وٺي اچ ته آءٌ ڏسان ته هو منهنجو لائق آهي يا نه پوءِ
اُن ڏوتيءَ اُن مڙس کي عورت وٽ آڻي حاضر ڪيو ۽ هن
اشراف زال اُن مڙس کي ڪن ۾ چيو ته چڱو آءٌ حاضر آهيان
پر هيٺئين وچ ۾ هن ڏوتيءَ کي چيو ته هيءَ سپاهيءَ جي زال
اهڙي ڪا سهڻي نه آهي تنهنڪري آءٌ ساڻس محبت رکي نٿو

ڳهان پوءِ ٽون پهر رات گذرڻ کان پوءِ اُماڪ منهنجي گهر
هليو اچج پوءِ ٽنهنجي چوڻ کان آءٌ باز نه رهندين پر ننڍي
ڪنهن به ريت تار ڇاڪاڻ ته پنهنجو ڳجهه ٻئي کي ڏيڻ چڱو
نه آهي. بورچيءَ کي اها ڳالهه پسند آئي ۽ ڏولتيءَ کي انهيءَ
طرح تاري ڇڏيائين خير هو به اوڏيءَ مهل هليو ويو ۽ اڌ ڳي رات
بعد هن زال جي دروازي تي اچي هٿ هنيائين پر زال ڇاڪي
سر جو پنهنجي گهر هڪڙي اونهي کوه مٿان هڪڙي ڪچي سٽ سان
ٻه ٽيڪل ڪٽ رکي مٿس هڪڙي چادر وڇائي ڇڏي هئي پوءِ
بورچيءَ کي سڏي چيائين ته پلي آئين جي آءٌ هن کٽ تي
ويٺو! اچان ٿو بورچي ويٺو مس ته ڏور وڃي کوه ۾ ڪريو
ٻه ڦرو ٿي ويو ۽ ڏاڍيون دانهون ڪوڪون ڪرڻ لڳو اتي ان
زال چيس ته جهڙي ڪرڻي تهڙي ڀرڻي هاڻي سچ چئو ته ٽون
ڪير آهين ۽ ڪٿان آيو آهين ۽ ڇا لاءِ آيو آهين؟ جي سچ
چوندين ته جيئندان ڏيندي سانءِ بورچي کوبه چارو نه ڏسي
آخر ٻيءَ کي ساري ڳالهه سچي ٻڌائي ٻي ٻي ٻڌي وائري
ڦي ويئي پر ويچارو بورچي ڪيتري مدد انهيءَ کوه ۾ پيو
رهيو ڳچ ڏينهن پڇاڻا اميرزادي جڏهن ڏٺو ته منهنجو بورچي
اچان ٿاءِ ته نه موٽيو! تڏهن ٻئي بورچيءَ کي چيائين ته ٽون به
هنتان سوداگريءَ جو ڪپل سامان ان شهر ڏي کڻي وڃ ۽ هن
سپاهيءَ جي زال سان دوستي جو ناٽو ڳنڍي جلد موٽي اچ پوءِ
ڏسج مٿان اڳئين بورچيءَ وانگر اتي ويهي نه رهين نيٺ هو جا
هن ساهيءَ جي ملڪ ۾ ويو ۽ هڪڙيءَ ڏولتيءَ کي پاڻ سان وٺي هن
زال جي گهر ويو پر هي به انهيءَ آفت ۾ اچي کوه ۾ وڃي ڦاٻو
ڦٽيو. ست مهينا سانده اميرزادي ٻنهي بورچين جي واٽ ڏٺي
پر هو ڪونه موٽيا آخر چاڻائين ته شايد هو ڪنهن آهيءَ ۾ ايسا
آهن جو اچان ٿاءِ سندن پتو ڪونهي تڏهن لاچار هڪڙي
ڏينهن پاڻ شڪار جو بهانو ڪري لشڪر وٺي اوڏانهن هليو
لشڪر ۾ اُهو سپاهي به گڏ هو. ڪيترن ڏينهن کان پوءِ هو اُن.

ڪرايا ڪئين! منهنجي ۽ منهنجي [illegible] جي ڪا خبر پيئي؟
ٿي اميرزادو ڏاڍو ڏکو ٿي معافي گهرڻ لڳو ۽ سپاهين کي ڏٺو مال ۽ دولت ڏيئي چيائين ته هاڻي تون عمر ڏاءِ زال مان خوش ٿي ويٺو ڪاءِ ـــ

طوطي هي نقل پورو ڪري چيو ته اي خجسته هاڻي جلد اُٿ ۽ پنهنجي معشوق سان وڃي مل ته متان انهيءَ وچ ۾ تنهنجو عرس اهي نڪري ۽ پوءِ راهه ويندي پنهنجي يار جي اڳيان ڳالهه جي ڪوڙي ٿيندين ۽ شرم کان ڪنڌ هيٺ ڪرين. خجسته ابترو پڌنديئي پانيون ته شهزادي وٽ پاڪي ڀڇايان ته اٿري ۾ صبح ٿيو ۽ ڪڪڙن دس هنيان. انهيءَ ڏينهن به خجسته جو وڃڻ بند رهيو. تڏهن هي شعر پڙهڻ لڳي. — شعر —

يا الاهي تو اڳيان مشڪل سڀئي آسان آهن
جي ٿئي تنهنجو ڪرم ته آسون اُميدون ڪل پڄن



( رات پنجين داستان واڍي ۽ سوناري ۽ درزيءَ ۽ فقير جو )

جڏهن سج لٿو ۽ چنڊ اُڀريو تڏهن خجسته خوب هار سينگار ڪري طوطي وٽ اچي چوڻ لڳي ته اي مٺل توکي پنهنجي اُپائيندڙ جو سوڳند آهي اجرات جلد موڪل ڏينم ته آءٌ پنهنجي دل گهري جاني وٽ وڃان ۽ وڃي جوانيءَ جو مزو وٺان. طوطو چوڻ لڳو ته سائڻ آءٌ توکي سڀڪنهن رات موڪل ڏيان ٿو پر تون پاڻهين دير ٿي ڪرين آءٌ ته پاڻ اڻي پهرهن ڳالهه کان وڃان ٿو ته متان تنهنجو ڪانڌ اچي سهڙي ۽ تنهنجا حال به هنن چئن شخصن جهڙا ٿين. خجسته پڇيو ته اُهن چئن جو قصو ڪهڙو آهي، سو ٻڌاءِ. طوطو چوڻ لڳو ته سائڻ ڪنهن زماني هڪڙو واڍو ۽ سونارو ۽ درزي ۽ فقير چارئي ڄڻا پاڻ ۾ گڏجي روزگار لاءِ ڪنهن شهر ڏانهن هليا اتفاق هڪڙي ڏينهن

پوري گهاٽي جنگهه ۾ رات پنهنجي وڃن، تنهن پاڻ ۾ صلاح ڪري
ڇڏيائون ته چارئي هڪ هڪ پهر جاڳي چوڪي ڏيون جو ٻيا ٻار،
۾ شيڪڻن شيءِ نہ ٻپ آني : صبح ٿي رٿيل منزل ڪئي، هلي
پهچون. اها ڳالهه چڱي ڪئي وٺي ۽ پهرئين پهر جي چوڪي لئي
واڍي کي جاڳڻو پيو ٻيا سڀ سمهي پيا گهڙي ڪن ڪان پوءِ
واڍي واهولو ڪڍي هڪ وڻ جي ڏار وڍيو اُن مان هڪڙي
نهايت خوبصورت پتلي بڻائي تيار ڪيائين هڪ پهر ڪان پوءِ درزي
کي جاڳائي پاڻ سمهي پيو. درزي پهرو ڏيڻ لڳو پر سجاڳ رهڻ
لاءِ ويچار ڪرڻ لڳو ته ڪهڙئي مشغولي ۾ رهان ته ايتري ۾
اها پتلي نظر آيس خيال ڪيائين ته واڍو هنر ڏيکارڻ لاءِ هي
ڪاٺ جي مورت ٺاهي آهي جيڪر آءٌ به هن پتلي کي اهڙا
ڪپڙا سبي پهرايان ته ٻيڻي سونهن واري ٿي پوي پوءِ پنهنجي
ڪاريگريءَ سان هڪڙي سهڻي پوشاڪ سبي تيار ڪري اُنکي
پهرائي سوناري کي جاڳائي پاڻ سمهي رهيو سونار سجاڳ
رهڻ لاءِ پئي پچائڻ لڳو ته پريان اُها پتلي ڏسڻ ۾ آيس، ڏسي
آخر اُهو خيال ڪيائين ته هنن پنهنجو پنهنجو هنر ڏيکاريو آهي
ڇا ته آءٌ وري هنن کان پٺ تي پوان بلڪل نہ پوءِ وٽس ڏيا
سنا سنهڙي نموني جا گهڻا تيار ڪري اُن پتلي کي پاتائين پوءِ
ته اُها پتلي سونهن ۾ سوايا ۾ اڳي کان اڳري ٿي پيئي فقط ساهه
پوڻ جي دير هئي پوءِ سوناري فقير کي اُٿاريو ۽ پاڻ سمهي
رهيو، فقير اُٿندئي ڌڻي جي بندگي ۾ مشغول ٿي ويو ۽ گهڙي ڪن
کان پوءِ جاڳي ڇا ڏسي ته اري هڪڙي حسين عورت سامهون
ويٺي آهي! پر ڇري پري ڪين ٿي تنهن جا لاءِ ته هوءَ منهنجن
ٽنهين سنگتين جي ڪاريگري آهي هاڻي مونکي به هنر ڏيکارڻ
لازم آهي، تنهن ڪري هن ٻيجان کي ڌڻيءَ جي دعا سان ساهه وارو
ڪرڻ ضرور آهي! ته هو به سمجهن ته فقير به هڙا ٿين ٿا پوءِ
ڌڻي جي دربار ۾ بي اختيار وري دعا گهرڻ لڳو ته اي



زمين ۽ آسمان جا اپا ڪيندڙ سرو شڪتيوان هن ڪاٺ جي پتلي ۾ ساه وجهه ته آءُ ٻه پنهنجن سنگتين ۾ سرخرو ٿيان. هنجون آهڙيون آزيون نيازون ڏٺي جي دربار ۾ ساب پيون ۽ انهيءَ گهڙيءَ پتليءَ ۾ ساه پيو - ماڻهن وانگيان ڳالهائڻ ٻولهائڻ لڳي جڏهن رات وهامي ۽ صبح ٿيو تڏهن پتليءَ کي خوبصورت جوان عورت ڏسي هو چاريئي ڄڻا ان مٿس موهت ٿي پيا ۽ پاڻ ۾ گڏ ٿي پر ڪرڻ لڳا واڍي چيو ته آءُ هنجو ڌڻي آهيان ڇو مون ڪاٺ مان گهڙي تيار ڪيو اٿيمانس سو آءُ نيندو ساڻس - درزيءَ چوڻ لڳو ته آءُ سندس وارث آهيان هن ڪري ته مون هيس ڪپڙا ڏيکاري آبروءَ مان آندو اٿيمانس- سوناري وري چوڻ لڳو ته هيءَ نوجوان منهنجي عورت آهي ڇو ته مون هنکي ڳهه ڳهڻا پائي تڏهن هي تمام خوبصورت ٿي پيئي - فقير چوڻ لڳو ته ٻي ڪنهنجو ٻه واسطو ڪونهي آءُ ئي حقدار آهيان جو ڏٺي تعاليٰ منهنجي عرض تي هن ۾ ساه وڌو آهي ڪنهن جي ٻه مجال نه آهي جو ڏانئس اک کڻي نهاري سگهي آءُ ئي نيندو ساڻس نيٺ هنن جو تڪرار وڌي ويو اٿي هڪڙو ڏاڍيو ماڻهو آچي نڪتو تنهنکان هنن چئني انصاف ڪرائڻ گهرايو پر هو ٻه هن عورت کي ڏسي موهجي پيو چوڻ لڳو ته اري هيءَ ته منهنجي ٻي ٻي آهي توهين فريب ڪري وٺي آيا آهيو ۽ مون کان ناحق وڇوڙيو اٿو آخر هنن چئني کي هو ڏاڍيو ماڻهو ڪوتوال وٽ وٺي آيو- ڪوتوال ٻه پوتليءَ کي ڏسي مٿس موهت ٿي پيو ۽ چوڻ لڳو ته اري هيءَ منهنجي ڀاڄائي آهي منهنجو ڀاءُ کيس پاڻسان وٺي مسافريءَ تي ويو هو اوهين هنکي ڀڄاري ڀڳا آهيو؟ ڪوتوال هنن سڀني کي ڌمڪائڻ لڳو ته اوهين ڪير آهيو ۽ هي منهنجي ڀاڄائي آهي آءُ سندس تلاش ۾ آئيا ساڏس، ڪيترو سامان ۽ زرڪڙ ۽ زيور اُهي سڀ ڪٿي آهن نيٺ پاڻ ۾ اينرو هل بکيڙو ڪيائون جو سڄي شهر جا ماڻهو اچي ڪٺا ٿيا ڏسندرن مان هڪڙي ڀريءَ مڙس چيو ته



ابا هيءَ اوهانجو معاملو قيامت ڏاءِ ڪين نبرندو ۽ چڱو آهي ته توهين سڀ شهر جي ٻاهرا وڃو اتي هڪڙو وڏو ڏٿهو وڻ بيٺو آهي، جنهنکي شجرة الحڪم ڪري سڏين ٿا ڪنهنجو به مقدمو نه فيصل ٿيندو آهي ته هو اُن ... رهندو آهي ... ٿ مان هڪڙو آواز نڪرندو آهي، ته فلاڻو سچو آهي ۽ فلاڻو ڪوڙو آهي- نيٺ هي سڀئي جڏا اُن وڻ وٽ آيا ۽ سچوئي ... زال ... ريش ڪري چوڻ لڳا ته اي وڻ هاڻي ٻڌاءِ ته هيءَ زال ڪنهنجو حق آهي ايتري ۾ وڻ جو ٽر ڦاٽي پيو ۽ ارسنا زال امالڪ ٻوڙي منجهس گهڙي ويئي ۽ وڻ مان آواز آيو ته ... توهان به ٻڌو هوندو ته سڀڪا شيءِ پنهنجي اصل ڏي وڃي ٿي هاڻي گهر وڃو ڦٽاڪا سا ريو ۽ هوا ڇنيو- آخر ڇهي ئي قضا ٿي پنهنجي پنهنجي گهر موٽيا——

طوطي هي قصو پورو ڪري چيو ته اي خجسته جيڪڏهن توهانجو مڙس اچي سهڙي ۽ توکي ڪاٺوٽ وهاري ڇڏي ته ڏين به پنهنجي معشوق کان شرمندي ٿيندي توهڪري چڱو آهي ته هاڻي جلد وڃ ۽ وڃي پنهنجي دلدار سان مل- خجسته اجان وڃڻ جو ويچار ڪيو ته صبح ٿي ويو ۽ ڪڪڙن دس هنيان توهڪري اُنهي ڏينهن به وڃڻ کان رهجي ويئي تڏهن هي بيت چئي زارو زار روئڻ لڳي-

-بيت-

واٽ وڃڻ پران چونه ويو هاءِ دل مان خلل نه دور ٿيو

راٽ ڇهين داستان راءِ راڄي همت

۽ وقتو جا جي راجا جي ڌيءُ تي فقير جي عاشق ٿيڻ جو

جڏهن سج لٿو ۽ چنڊ اُڀريو تڏهن خجسته عمدا ڪپڙا ۽ زيور پهري طوطي وٽ آئي ۽ چوڻ لڳس ته اي طوطا آءٌ تو وٽ سڀ ڪنهن رات رخصت وٺڻ لاءِ اچان ٿي ۽ توکي

تڪليف ڏيئي ٿي ۽ توکي منهنجي لاءِ پنهنجي ننڊ ۽ آرام ڦٽائڻ ٿو اهو تنهنجي احسان ڪانه آءِ ڪنهن مٿي ڪٿي نٿي سگهان

-بيت-

سيئي وار منهنجا زبانون ٿين
ته ٿورو ڪجهه ڪين تنهنجو سگهان

طوطي چيو ته اي سردار ڇا ٿي چوين ؟ آءُ تنهنجو ڪم ڪٿي ٿو ڪري سگهان جو توکي پنهنجا هٿرا لائق ڪرين ٿي آءُ ته پاڻ ڪي ڪو پيو لڳان پر اي سردار ساه تسان آسرو ڪٽندس مگر توکي جلد تنهنجي يار سان ملائيندس -بيت-
ساه پنهنجي جو آسرو ڪٽندس- يار سان مان ڪٿي ملائيندس

رائي رايان وانگر جنهنجو قصو ته بڌو هوندو اُهو تنهنجي ڪم اُدم ڪندس- خجسته پڇيو ته اُنجو احوال ڪهڙو آهي-
طوطي چيو ته قنوج جي راجا کي هڪڙي ڏايي سنهٽي ڌيءِ هئي اُن تي هڪڙو فقير عاشق ٿيو هو اُنجي عشق ۾ چريو ۽ بي هوش ٿي پيو جڏهن هوش ۾ آيو تڏهن پنهنجي دل کي چوڻ لڳو ته هيءَ ڪهڙي نه چريائي آهي نيچ جي اوچ سان ڪهڙي دال ڳرندي آءُ بي واهو بيڪاري فقير ۽ هو راجا ڪن جي ڌيءِ توکي ڪٿن هٿ ايندي! پر هنکي جا بيقراري اچي لڳي ۽ اُنڌ مانڌ آٽي ڪنهن سوڪن ڏينهن پڇاڻان راجا کي هي نيا پو موڪيا ته پنهنجي نيا ڌي جو وهانءُ مون سان ڪر ڇا ڪاڻ ته منهنجي دل ڏانهنس ڇڪي ٿي- منهنجي گدائي ۽ پنهنجي پادشاهي تي نظر نه ڪج- راجا فقير جو هي نياپو ٻڌي ڏايو ڏمريو ۽ چيائين ته اڙي آهي ڪو جو جلد هيڏانهن اچي ۽ هن فقير کي وچي شيڪت ڏيءِ ديوان هٿ ٻڌي عرض ڪيو ته قبلا حاڪم کي لازم نه آهي جو غريب فقير کي ايذاءُ پهچائي هنکي اهڙي ڪنهن حڪمت سان شهر مان ڪڍجي جو موٽي نه اچي ۽ پاڻ تي به بدنامي جو ذڪر نه پئجي پوءِ ديوان فقير کي




ڪِڍائي چيو تہ اي فقير جيڪڏهن هڪڙو هاٿي مون سان پريل آڻي ڏين تہ يقين آهي تہ تنهنجو معشوق توکي ملي پوي. فقير اها ڳالهہ ٻڌي خوش ٿي سون جو ذڪر ڪرڻ لڳو تڏهن ڪنهن ماڻهوءَ چيس تہ اي فقير جيڪڏهن رائي راين وٽ وڃين تہ جيڪي گهرين سو اُن وٽان ملئي تنهن تي فقير اُنهيءَ مهل رائي راين وٽ ويو ۽ هنکي عرض ڪيائين تہ سائين سدا خير هجي هڪڙو هاٿي سون سان لڏيل هن فقير کي ملي- فقير جي هيءَ سين جا رائي راين ٻڌي تنهن اوڏي مهل سون سان لڏيل هاٿي اُنکي ڏنو فقير هاٿي وٺي راجا وٽ آيو ۽ چوڻ لڳو تہ مهاراڄ هيءُ هاٿي سون سان پريل وٺو ۽ پنهنجي ڌيءُ جو وهانو مون سان ڪريو تڏهن راجا پنهنجي ديوان کي چيو تہ تنهنجي حڪمت ڪجهہ ڪارگر نہ ٿي هو سون جو لڏيل هاٿي ٿو وٺي آيو هاڻي ڪهاڙو ڪجي- ديوان عرض ڪيو تہ قبلا شايد هيءُ فقير رائي راين وٽان سون سوڌو هاٿي وٺي آيو آهي جو هن سمي ۾ هن کان سواءِ ٻيو اهڙو ڏاتار ڪونهي- پوءِ ديوان وري ويچار ڪري فقير کي چوڻ لڳو تہ اي فقير راجا جي نياڻي اهڙي نہ آهي جا توکي اهڙي هاٿي جي عيوض ملندي جيڪڏهن تون هنکي هٿ اچڻ جي مرضي هجيئي تہ هاڻي وڃ ۽ رائي راين جي سسي لاهي اچ پوءِ راجا جي نياڻي جيڏانهن وڻيئي تيڏانهن وٺي وڃ نيٺ هو فقير رائي راين وٽ وڃي چوڻ لڳو تہ اي ڏاتار تنهنجي سر ڏني منهنجي مراد پوري ٿي ٿئي جيڪڏهن تون پنهنجي سسي ڏين تہ هن فقير جي من گهري آس پوري ٿيندي رائي راين چيو تہ اي فقير تون خاطر جمع ڪر هيءُ منهنجو سر ايتري لاءِ پيدا ڪيو آهي تہ ڪنهنجي ڪتب اچي آءٌ ڪيتري مدت کان پنهنجو سر تري تي کڻي ويٺو آهيان تہ جيڪو گهري تنهنکي ڏيان اڄ تون گهرين آهي جر حاضر آ ... آءٌ ٻہ هڪيو آهيان چڱو مونکي ڳچي ۾ نوڙي ٻڌي راجا وٽ

ٿي هل ۽ هلي چئينس ته تو رڳي سسي ڪهڙي هئي پر ٻڌون ٿا ته
مرڻ آندي آهي جي هن قبول ڪيو ته منهنجو مرڻ ڪان
کپي ڏار ڪاڄ ۽ جيڪڏهن هن ڪي ٻيو گهريو ته اهو به آڻي
حاضر ڪندس آخر هو فقير رائي راڻان جي ڪچهري ۾ به سوڙهي
چڙهي راڄاوٽ وٺي آيو- راڄا جڏهن رائي راڻان جي اهڙي
همت ڏٺي تڏهن اٿي ساڻس پاڪر پائي مليو چوڻ لڳو ته سچ
آهي ته هن وقت توڪان سواءِ جڳ ۾ اهڙو شخص ۽ ڏاتار نڪو
آهي نڪو ٿيندو جو هڪڙي خسيس فقير جي سوال تي پنهنجو
سر ڏئي اڳين چئي پنهنجي نيا ڻي کي سڏ ڪري فقير کي چيائين
ته اي فقير هيءَ تنهنجي گولي حاضر آهي-

چتون ۽ هيءَ اکاڻي پوري ڪري خجسته کي چيو ته اي
سردار آءٌ سر تنهنجي ڪم ۾ گوا ئيندس پر توکي تنهنجي دل جي مراد
تي پهچائيندس. چڱو ها ڻي جلد پنهنجي معشوق وٽ وڃ ۽ وڃي
خوب مزو ماڻ- خجسته اهو ٻڌي وڃڻ جو ارادو ڪيو
ته ايتري ۾ صبح ٿيو ۽ ڪڪڙن ڪون ڪڙي ڪئي انهي
ڏينهن به سندس وڃڻ بند رهيو تڏهن هي بيت پڙهي روئڻ
لڳي-

-بيت-

اي صبح درد ڪيترا سهندس
اڄان رات ميلاپ جي ڪڏهن پسندس

---

(رات سترهين داستان هڪڙي چتون ۽ جو عالم شاه)

— پادشاه سان بيوفائي جو —

جڏهن سج لٿو ۽ چنڊ اڀريو تڏهن خجسته عشق جي درد
سان رئندي رئندي طوطي وٽ رخصت وٺڻ پر اڪي به
اداس ڏسي چوڻ لڳي ته اي سياڻا اڄ چو غمگين ٿيو آهين ۽



طوطي چيو تہ اي سردار! آءٌ تنهنجي فڪر کان نهايت حيران
آهيان ڏاڍو پاڻي بہ ٿيو اُڇهيو انئي پر ويچار ۾ آهيان تہ
تنهنجو معشوق الاءِ توسان وفاداري ڪندو يا عالم شاهہ
بادشاهہ جي چتونءَ وانگيان دغا ڪندو. خجستہ پڇيو تہ
اهو قصو ڪئن آهي.

طوطو چوڻ لڳو تہ هڪڙي ماريءَ چتونءَ جي آکيري جي
نزديڪ پنهنجي چار پکيڙي هنکي ٻچن سميت ڦاسايو تڏهن
چتونءَ پنهنجن ٻچن کي چيو تہ بابا هن وقت چڱي صلاح هيءَ
آهي تہ توهين هتي مئلن وانگر پيا رهو جيڪڏهن هيءَ ماري
توهانکي مئل سمجهندو تہ ڇڏي ڏيندو جي آءٌ هڪڙو ڦاسي
پيس تہ حرڪت ڪانهي جيڪڏهن جيئرو هوندس تہ ڪنهن نہ
ڪنهن حڪمت سان اوهان وٽ اچي نڪرندس. هن ٻچن
سندس چوڻ منيو جو سڀئي پنهنجو پنهنجو ساهہ گهٽي پيا
رهيا ماريءَ سمجهيو تہ شايد هي مري ويا آهن هنن کي چار مان
ڪڍي ڇڏجي ائين چئي جوڙو چار مان ڪڍيائين ٿهڙو سڀئي
اڏامي وڃي هڪڙي وڻ جي ٽاريءَ تي ويٺا تڏهن ماري هن
چتونءَ کي ڏمرجي پانيون تہ زمين تي هڻانس تہ ايتري ۾
چتونءَ چيو تہ اي ماري خبردار مونکي متان مارين جيڪڏهن
آءٌ جيئرو رهندس تہ توکي ايترو ڏن ڏياريندس جو وري عمر
ڀاءِ ڪنهن شيءِ جو کپ نہ پوندءِ ۽ جيستائين جيئرو هوندين تيستائين
ڪنهن ڪم جو فڪر نہ ٿيندءِ چاڪاڻ تہ آءٌ نهايت سياڻو ۽
حڪيم بہ آهيان. طبابت ۾ مون جهڙو ڪو ٻيو ورلو لڀندو
ماري انهيءَ ڳالهہ کان خوش ٿي انجي مارڻ کان پنهنجو هٿ
جهليو ۽ چوڻ لڳس تہ اي چتون اسان جي ملڪ جو بادشاهہ عالم
شاهہ ڪيتريءَ مدت کان بي مزي ۽ سخت مرض ۾ گرفتار آهي
توهين هنکي ڇٽائي سگهندين؟ چتونءَ چيو تہ سولو ڪم آهي آءٌ
اهڙو حاذق حڪيم آهيان جو جيڪڏهن ڏهن هزارن مريضن
کي ارسطو ۽ لقمان حڪيم جواب ڏيئي ڇڏين تہ آءٌ ڇٽائي

ڇڏيان ڪون موکي پنهنجي بادشاهه وٽ وٺي هل ۽ منهنجي
طبابت جو [illegible] سلي ڪر پوءِ جيڏري رٺيئي [illegible]
انکي وڪڻي ڇڏجانئم. آخر ماري هن چتونءَ کي پڃري ۾ بند
ڪري بادشاهه وٽ کڻي آيو ۽ چوڻ لڳو ته ساءِ هيءُ چتون نهايت
سياڻو آهي ۽ طبابت ۾ ڏاڍو ماهر آ اتس جيڪڏهن حڪم
هجي ته حضور ۾ حاضر رهي. عالم شاهه چيو ته ڀلي آئي ڀلي، انهيءَ
ڏکر ۾ هوس موکي سياڻي طبيب جي گهرج آهي ۽ اها خواهش
اٿم ته اهڙو ڪو طبيب اچي جو منهنجو مرض ميٽي ڇڏي
بادشاهه ايترو چئي چتونءَ ڏانهن نهاري پڇيو ته اي چتون
[illegible]ن منهنجو مرض ميٽي سگهندين ۽ چتونءَ جواب ڏنو ته قبلا
[illegible]ن منهن ڏسڻ سان تنهنجو مرض سهي ڪيو آهي پڪ اٿم ته
[illegible] ڌڻي جي فضل سان تورن ڏينهن ۾ مرض کان ڇٽائي ڇڏائيندو
[illegible]سانو. بادشاهه چتونءَ جي ڳالهه تي ويساهه ڪري ماريءَ کي چيو
ته ڇگو چتون مون وٽ رهي تون سندس نانءُ چئو. هن هزار
[illegible]اشرفيون گهريون جي بادشاهه هنکي ڏنيون جي وٺي ماري پنهنجي
گهر ويو پوءِ چتون بادشاهه جي دوا ڪرڻ لڳو جنهنڪان ٻن چئن
ڏينهن ۾ اڌ مرض دفع ٿي ويس تڏهن چتونءَ چيس ته اي
بادشاهه ڌڻيءَ جي فضل سان هاڻي اڌ ڇگو ڀلو ٿيو آهين
جيڪڏهن هن پڃري مان ٻاهر ڪيئنم ته جهنگل مان هڪڙي
اهڙي شيءِ ٻوٽي آڻي ڪارايان جو ٻن چئن ڏينهن ۾ صفا ڇگو
ڀلو ٿي پوندين عالم شاهه چتونءَ جي ڳالهه تي وسهي انکي
پڃري مان ڪڍي ڇڏيو پوءِ چتونءَ پنهنجي جهنگ جو رستو
ورتو ۽ موٽي نه آيو. طوطي هيءُ نقل پورو ڪري چيو ته اي
خجسته آءُ ڀڄان ٿو ته متان تنهنجو معشوق ٻـ انهيءَ چتونءَ
[illegible] رانگيان توسان دغابازي ڪري. هاڻي ڌڻيءَ جي واسطي جلد وڃ
۽ پنهنجي يار سان ديکاديکي ڪر ۾ جيسين هنکي نه آزمائين
تيسين متس اعتبار نه ڪج. خجسته هي ٻڌندئي پانيون ته



آءٌ وڃا تہ ايتري ۾ صبح ٿيو ۽ ڪڪڙن ٻانگہ ڏني ڪنهن ڏينهن ۽ هنجو وڃڻ بند رهيو تڏهن هي بيت پڙهي روئڻ لڳي-بيت

اڄ معشوق سان ملان ها مان
بخت واهر نڪو ڪري مونسان

(رات اٺين داستان سوداگر ۽ جوڳيءَ جو جنهن مڙس شان ڪال ڪڙي پنهنجي ڳالهہ ڪٺي ورڻي)

جڏهن سج لٿو ۽ چنڊ اُڀريو تڏهن خجستہ رڳندي ۽ شوڪار پريندي طوطي وٽ موڪل وٺڻ آئي- طوطي اُداس ڏسي پڇيس تہ سردار اڄ تون ايتري قدر اُداس ٿي ڏسجين ۽ خير تہ آهي ايترو ارمان نہ ڪر ۽ پنهنجو جيءُ جنجال ۾ نہ وجهہ ڏٺي مڙيئي سنهنجي ڪندو - خجستہ چيو تہ اي منهنجا حال ڀائي آءٌ هميشہ تو وٽ اچان ٿي ۽ توکي پنهنجي بي آرامي جو احوال ٻڌايان ٿي پر آلاجي اهو ڏينهن ڪڏهن ٿيندو جڏهن مونکي موڪل ڏيندين ۽ اُهو وقت ٿيندو جو آءٌ پنهنجي محب سان وڃي ملندس اڄ رات موڪل ڏين تہ وڃان نہ تہ سانت ڪري وڃي گهر ويهي رهان- طوطي چيو تہ اي سائڻ تون سڀڪنهن رات مون وٽ اچين ٿي ۽ منهنجو ڳالهيون ٻڌين ٿي- وڃڻ جي وقت صبح ٿيو وڃيئي منهنجي مرضي آهي تہ اڄ رات سگهي وڃ ۽ آءٌ هڪڙو نوڪو ٻڌائي ڇڏيان ٿي تو جنهنڪري ڪنهنجي ڳالهہ رهجي اچي ۽ ڪنهن آفت ۾ نہ پوين ياد رکج تہ جيڪڏهن تون ڪٺي وڃين ۽ اُتي مڙسي ڏسڻ ۾ اچيئي تہ تون هن سوداگر جي زال وانگر هل بکيڙو ڪجہ تہ هو پشيمان ٿي ۽ تنهنجي ڳالهہ رهجي اچي خجستہ پڇيو تہ اهو قصو ڪهڙو آهي سو ٻڌاءِ- طوطي چيو تہ ڪنهن شهر ۾ هڪڙو ڏنوان سوداگر هو ۽ سندس زال ٻہ ڏاڍي سهڻي هئي هو سوداگر ڪنهن ملڪ ۾ سوداگريءَ لاءِ ويو سندس وڃڻ پڇا ٿا

جوڙس اٿي ڪري پيئي جو رات جو سپڪنهن ماڻهوءَ جي
مجلس ۾ وڃي سڄي رات عيش عشرت ۽ ڳائڻ وڄائڻ ۾
گذاريندي هئي- ڪيترن مهينن کان پوءِ سندس مڙس پنهنجي
گهر ۾ آيو ۽ ڪنهن حويليءَ ۾ اچي لٿو- پهر رات کان پوءِ هڪڙي
ڏوڪڙي کي ڪوٺائي چيائين ته آءٌ اڄ پنهنجي گهر وڃي نٿو سگهان
جيڪڏهن تون ڪٿان ڪا خوبصورت عورت وٺي اچين ته آءٌ
توکي راضي ڪندس يعني ڏهه اشرفيون ڏيندو سانءُ ۽ وڌيڪ
انکي به ڏيندس اها ڳالهه ٻڌي هوءَ ڏوڪڙي پيسن جي لالچ تي
شهر ۾ گهڙي وڙول ۽ ڍيڻ لڳي پر ڪٿان به ڪا رن هٿ نه لڳس
تڏهن اُما لڪ ان سوداگر جي گهر پيهي ويئي ۽ جوڙس کي
چوڻ لڳي ته اڄ ٻاهران هڪڙو ڏاڍو سهڻو نوان جوان
سوداگر آيو آهي جو هڪڙي عورت جي طلب ڪري ٿو جي
تنهنجي دل چوي ته توکي هل صبح جو وڌ اشرفيون وٺي
گهر هلي اچج تڏهن ڏوڪڙي سان گڏ جي اُن سوداگر وٽ آئي
اچڻ شان ٿي پنهنجي ڀتار کي سڃاڻي ۽ دل ۾ چيائين ته جنت
به جڏهن جهڙي ٿي ها ٿي ڪٺن ڪريان ۽ نيت هل مچائيسي
چوڻ لڳي ته اي پاڙيسريو ٻوڙي اچي منهنجو انصاف ڪريو
ڇهن ورهن کان هيءُ منهنجو مڙس سوداگريءَ تي ويو هو
سون رات ڏينهن سنديس واٽ ويٺي نهاري آهيان ها ٺي جي
هتي آيو آهي سو هن حويليءَ ۾ اچي لٿو آهي ۽ مون وٽ نه
آيو مان سنديس اچڻ جي خبر ٻڌي پاڻيهي آئي آهيان
جيڪڏهن اوهين منهنجو انصاف ڪريو ته چڱو نه ته آءٌ قاضيءَ
کي دانهن ڏيندس نيت پاڙي وارا گڏ ٿيا تڏهن هن زال
اُنهن کي چيو ته اوهين سڀ خدا ترس آهيو انصاف ڪريو-
آخر اُن سوداگر کي هڪڙي شخص سمجهائي سنديس بيگم سان
ٺاهي پرچائي ڇڏيو ۽ ڪنهنکي اها پروڙئي ڪانه پيئي ته هيءَ
پنهنجي لالچ لاءِ آئي هئي-

طوطي اها ڳالهه پوري ڪري خجسته کي چيو ته اُٿي جلد

پنهنجي معشوق رات رڃ ۽ ڳرس نه - خجسته هي ٻڌي ڀانيو ته
ته وڃان ته ايتري ۾ صبح ٿي ويو ۽ ڪڪڙن ٻانگ ڏني - ان تي
ڏينهن به سندس وڃڻ بند رهيو ۽ منهن ويڙهي روئڻ ۽ هي
بيت پڙهڻ لڳي— -بيت-

هيءَ هيءَ ٿي صبح جڏهن ڪيا رتيان ن۔
معشوق وصل رات نه جاتا ن ٿي ڪڏهن

-❧❧❧-

(رات نائين داستان واهڻائي جي زال جو جا هڪڙي)
ما ٺهوءَ ٿي عاشق ٿيءَ ناحق پنهنجي سهري کي خوار ڪياءِ

جڏهن ساج لٿو ۽ تارا نڪتا تڏهن خجسته زار زار رئندي طوطيءَ وٽ موڪل وٺڻ لاءِ آئي ۽ چياءِ ته اي حال ڀائي اڄ معشوق جي ديکا ديکي لاءِ منهنجو روح ريلا پيو ڏي جيڪڏهن ڀال ڀلائين ته جلد موڪل ڏئيم نه ته مات ڪري وڃي ويهي رهان جيستوڻيڪ جاڻان ٿي ته عاشق کي سانت نه ايندي آهي پر منهنجي دل پيئي چڪيون ڏئي ته ڪٿن به ڀاڪي پنهنجي پرينءَ وٽ پهچايان ۽ گرهاٽڙيون پائي جواني جو مزو ماڻيان—

شجڻ ساءِ سڪان تنهنجي ڏسڻ لئي
اکين روئي سڪايو آب هيءَ هيءَ
اٿم دل ۾ سداءِ تات تنهنجي
مٺا جاني ٿي من رات پنهنجي

ايترو ٻڌي طوطي چيو ته اي منهنجي شاگرڻ مون نٿي چاهيو ته هنجو عشق توکي ايتري قدر گهائل ڪندو. -بيت-

ته چاکم عشق کو جنجال آهي
مونکي تنهنجي غم جو خيال آهي

پر انشاالله هاڻي پنهنجي يار سان ملندءِ - جيستوڻيڪ سڀ ڪنهن رات مون وٽ رخصت وٺڻ اچين ٿي ۽ منهنجون ڳالهيون ٻڌي پنهنجي اُميد پوري رات وڃائين ٿي پر عاقلن فرمايو آهي

ته جيڪو ويچار سان ڪم ڪري ٿو اُهو ڪڏهن پشيمان نٿو ٿئي لاءِ سمهڻ ... ر ڦر رهي ته ٻئي طرف هن راهه ڪئي، جنهن زال ويچار ڪري اڳاٽي ڪئي ته ڪانهه پشيماني نه پوڳياءِ خجسته ٻيو ته اُنجو قصو ڪئين آهي سو ٻڌاءِ. طوطو چوڻ لڳو ته سائين ڪڙي ڏينهن اها زال پنهنجي ڪڏني ويئي هئي ۽ هڪڙو نئو جوان ماڻهو اُنکي ڏسي مٿس عاشق ٿي پيو ۽ هن به سهي ڪيو ته هيءُ جوان مون تي عاشق ٿيو آهي سو جوان کي ڪنهن اشاري سان چيائين ته اڄ رات پڇاڙا هن وڻ هيٺ اچي ويهج ته آءٌ پنهنجي مڙس کي سمهاري ڪو وٽ ايندس پوءِ پنهنجي ماڻهو سؤنجڻ ۾ لڳي ويئي جڏهن اڌ رات ٿي تڏهن اهو جوان اُن وڻ هيٺ اچي ويهي رهيو ۽ هو نڪار رن به پنهنجي مڙس کي ڇڏي وٽس اچي ساڻس سٽي رهي اتفاقن مڙس انهي وقت ڪنهن ڪم لاءِ اُٿيو ۽ ٻاهر اچي ڏٺائين ته سندس نينهن هڪڙي ڌاري مڙس سان گڏ ستي پيئي آهي اها ڳالهه ڏسي ڏاڍو ارمان ٿيس ۽ اُنجي پير مان پازيب لاهي پاڻوٽ رکي ڇڏيائين انهي ارادي سان ته صبح جو هن پليت کي خوب سيکت ڏيندس، گهڙي کن ڪان پوءِ نينهس جي اک کلي ڄاڻ ڏسي ته پير ۾ پازيب آهي ئي ڪونه چاڻاءِ ته هاڻ سهوي هي حال اچي ڏنو آهي، جو پازيب لاهي ڪڍي ويو آهي صبوح جو الاجي ڇا ڪندو. تڏهن پنهنجي يار کي چياءِ ته تون هينئر پنهنجي گهر وڃ وري جڏهن دل چوئي تڏهن اچجو آئين چئي هنکي موڪل ڏيئي پاڻ پنهنجي مڙس وٽ اچي سمهي رهي ۽ گهڙيءَ کن ڪان پوءِ مڙس کي سجاڳ ڪري چيائين ته هتي ڏاڍي رڳهه ٿي ٿئي هن وڻ هيٺ فرحتي هير پيئي لڳي دل ته هلي اُتي سمهون نيت انهي بهاني سان پنهنجي مڙس کي ان وڻ هيٺ وٺي آئي ۽ اُتي ٻئي گڏجي سمهي رهيا جڏهن مڙس کي ننڊ ڪٽي ويئي تڏهن جاڳائي چوڻ لڳس ته



اي پتا رنند نہ ڪراڻي هي حال نہ ڏس! هو چرڪ پري اُٿيو ۽ چيا ڳينس نہ چاٿي چوين جوڙس چيو نہ شهرو ۽ ڀيئي ٻئہ ڪڙي آچار آهن- هي چاجو پڙهين منهنجي پير جو پازيب لاهي ڪٽي ويو ۽ مونکي اُٺارو ڏسي، ريڙا سن رندي ڏنيڙ، تہ خير آئي صبح جو پاڙهين چوندو سانس تہ اڳتي اٿيـن نہ ڪندو- جڏهن صبح ٿيو تڏهن پيئي کي چياءِ تہ بابا ساءِ لوڪي اڳين مناسب نہ آهي جو جتي ننهن ۽ پٽ گڏ ستا پيا هجن، اُٿي اچين ۽ اُنهن کي جڏائي ڏسين تڏهن پڙس چيو تہ اي پيچا ڪجهہ هوش رکہ اوءَ تنهنجي ندوري زال نہ ڌاري مڙس سان گڏ ستل هئي مون پنهنجي اکين سان اهو حال ڏٺو آ ۽ پير مان هي پازيب لاٿو اٿيمانس اِها ڳالهہ ٻڌي پٽس ڏاڍو ڏمريو چيائينس تہ تون خواه مخواه منهنجن زال جو دشمن ٿيو آهين مونکي چڱي طرح ياد آهي تہ اسين رگهہ سڀيان اُن رڻ هيٺ گڏ ستا هوا سون ۽ تون اچي سندس پيرمان پازيب لاهـي ڪٽي وئين ۽ زال بروقت مونکي سجاڳ ڪري ٻڌايو ويچارو پيءُ اها ڳالهہ ٻڌي ڏاڍو ڏکو ٿيو-

طوطي هي قصو پورو ڪري چيو تہ هن مڪارن ڪهڙي نہ اٽڪل ڪئي جو يار سان پريت بہ رهجي آيس ۽ پاڻ کي بہ اچتو ڏيکاريائين- اي خجستہ هاڻي جلد وڃ ۽ پنهنجي دلدار سان وڃي گڏج. خجستہ ٻڌنديئي پانيون تہ سگهي وڃان تہ ايتري ۾ صبوح ٿي ويو ۽ ڪڪڙن ٻانگ ڏني تنهن ڪري انهي ڏينهن بہ سندس وڃڻ بند رهيو تڏهن هي بيت پڙهي روئڻ لڳي

بيت- ملڻ جي رات مون کان وئي جدائي .
وڇوڙي جو صبح آيو ورائي

-<<<<<<<<<<<<-

(رات ڏهين داستان سوداگر جي. ڌيءُ ۽ گدڙ جي ...)

سوداگرجي ڌيءُ گدڙ جي حڪمت سان خوارئي کان بچي

جڏهن سج لٿو ۽ رات ٿي تڏهن خجستہ اکين ۾ لڙڪ آڻي گريبان چيرون چيرون ڪري سينو سوز سان پري طوطي وٽ رخصت وٺڻ آئي ۽ چوڻ لڳي تہ اي سياڻا مان تنهنجي عقل تي نهايت ڀروسو رکان ٿي تنهنڪري سڀڪنهن رات تو وٽ اچان ٿي ۽ تنهنجي صلاح ۽ ڏاهپ تان تہ قربان آهيان پر اڄ دل هٿئون نڪري ٿي وڃي ۽ چاتي ڏريوٿي ڀوي هـا ۽ ڪٿن مان پاڻ کي شهزادي وٽ پهچايان ۽ ڪهڙي طرح هنکي پنهنجي ڳلي لڳايان -

-بيت-

آگہ نيڻهن جي جلايو جيءُ منهنجو
اڄ مددگار تہ ٿيءُ تون منهنجو

اٿين چئي تدا شوڪارا ڀري خجستہ چوڻ لڳي تہ اي ڀرين جي اڄ مونکي رخصت نہ ڏيندين تہ ڪڏهن ڏيندين ۽ آءٌ توکي منت ٿي ڪريان. نالو اٿي ڏٺي جو ڪا اهڙي تجويز ڏس جنهن ڪري جلد وڃي دلدار سان ملان - طوطي چيو تہ اي خجستہ اهو تنهنجو ڏک مونکي دل ۾ آهي. جيستائين جيئرو هوندس تيستائين ڪين وسرندم مون تہ توکي ڪنهن بہ رات نہ جهليو آهي پر تون پاڻهين نٿي وڃين ۽ منهنجي ڳالهين ۾ رات وڃايو ٿي ڇڏين اٿين نہ ٿي جو تنهنجو هيءُ ڳجهہ پڌرو ٿي پوي ۽ ماڻهن ۾ چوپچو ٿي پوي. توکي اهڙي حڪمت ٿو سيکاريان جهڙي هڪڙي گدڙ ڪنهن سوداگرجي ڌيءَ کي سيکاري هئي جنهن ڪري هوءَ خواري کان بچي ويئي تڏهن خجستہ چيو تہ اُن جي آکاڻي ڪٿن آهي سا ٻڌاءِ -

طوطي چيو تہ ڪنهن شهر ۾ هڪڙو امير وڏي مان شان ۽ ڌن وارو هو ۽ سندس پٽ ڪلهيڻو ۽ بد شڪل هو جو جڏهن جوان ٿيو تڏهن پٽس سندس شادي ڪئي هوءَ ڇوڪري ڏاڍي سهڻي هئي هڪ وقت راتجو هوءَ پنهنجي ڪٺ تي ويٺي هئي تہ هڪڙي جوان سندس پٽاجي هنيان ويهي راڳہ ڪيو جنهنجو آواز ٻڌي هن جي دل ريجهي ويئي ۽ ڪڏ تان لهي وٽس اچي



چوڻ لڳي ته منهنجو مڙس شڪل جو تمام ڪرڙو ۽ بدشڪل آهي
توکان ٿي سگهي ته مونکي پاڻ سان گڏ ڪنهن ملڪ ڏانهن وٺي
نڪري هل جيستر آءٌ جيئري هونديس تيستر تنهنجي حڪم ۾
رهنديس نيٺ هن جوان اها ڳالهه قبول ڪئي ۽ هنکي پاڻ سان
وٺي جهنگ جي واٽ ورتائين ڪجهه پنڌ هلي هڪڙي تلاءَ جي
ڪنڌيءَ تي ڪنهن وڻ هيٺ اچي ساهي پيا جڏهن زال کي ننڊ
اچي ويئي تڏهن هن شخص سندس بدن جا مڙيئي زيور لاهي
پاڻ کڻي انهن پنجي هليو ويو ٿوري وقت کان پوءِ هوءَ ند وري.
زال جاڳي ڇا ڏسي ته مار نه زر نه زيور بدن تي نه يار هنڌ
تي تڏهن پڪ ٿيس ته هن دغاباز مون سان دوکو ڪيو آ
ڏاڍي پشيمان ٿي چوڻ لڳي ته اي ڏٽي منهنجا هاڻي مونهنجو
تقصير معاف ڪر مون جيڪي ڪيو سو پاتو ايتري ۾ صبح ٿي
ويو تڏهن تلاءَ جي ڪنڌيءَ تي وسواس ۾ ويهي رهي ته هڪڙو
گدڙ وات ۾ هڏو کڻي اتي آيو جنهن هڪڙي مڇي
تلاءَ جي ڪنڌيءَ تي ڏٺي سو هڏو وات مان ڦٽو ڪري مڇي
ڏانهن ڊوڙيو پر مڇي پاڻي ۾ گهڙي ويئي تڏهن هو گدڙ وري
اهو ساڳيو هڏو کڻڻ آيو پر ڪونه لڌائين ڇاڪاڻ ته انکي وري
هڪڙو ڪتو کڻي ويو هو. هن زال جڏهن اهو حال ڏٺو تڏهن
گهڻو کلي چوڻ لڳي ته هي پهاڪو ٻڌو آهي ته " جو اڌ ڪي
ڇڏي سڄيءَ ڏانهن ڊڙي تنهنکي سڄي ته نه ملي پر اڌ کان به
سڪي" اهي لفظ ٻڌي هن گدڙ پڇيو ته اي زال تون ڪير
آهين ۽ ڇو هن وقت هن تلاءَ تي هيڪلي ويٺي آهين؟ هن
پنهنجو سڄوئي احوال گدڙ کي بيان ڪري ٻڌايو. جو ٻڌي
گدڙ کي سندس حال تي رحم آيو چيائينس ته بيگم ڪجهه فڪر
نه ڪر تون هينئر جاڻي واڻي ديواني ٿي پئو ۽ چرين وانگر
ڪلندي ڪڏندي پنهنجي گهر وڃ. جيڪو توکي اهڙي حالت ۾
ڏسندو سو رحم کائيندو ۽ ڪي ڪين چوندو آخر هوءَ بدڪار

ٽڪڙ جي صلاح تي لڳي ديوانگي ڪري ديوانن وانگيان ھل بڪيڙو ڪندي پنهنجي گهر آئي ان ڪري ڪنهن بہ اُنجي چالاڪي سهي نہ ڪئي

طوطي ھيءُ قصو پورو ڪري خجستہ کي چيو تہ سائڻ ھيءُ مهل چڱي اٿئي سگهي وڃ ۽ وڃي پنهنجي منٺار سان مل خجستہ اڃان وڃڻ جو ارادو ڪيو تہ ڪڪڙن ٻانگ ڏني جنهنڪري وڃي نہ سگهي ۽ ارمان ۾ پڙجي ھي بيت چياءِ -بيت-

صبوح مونسان شڪيو اٿئي چو وير
ٻاجهہ پويئي پر ڪو مونسان پير



(راتِ يارهين داستان شينهن ۽ پوڙهي فقير جو)
جنهن لالچ ۾ ڦاسي پنهنجي جان وڃائي

جڏهن سج لٿو ۽ شام ٿي تڏهن خجستہ سخت بيقرار ٿي طوطي وٽ رخصت وٺڻ آئي ۽ چيائنس تہ اي پرين چئون مان جاڻان ٿي تہ توکي منهنجي درد جي ڪا ڪل ڪانهي رڳو هيڏانهن هوڏانهن جون ڳالهيون ڪرين ٿو خبر نہ آهي تہ انهي مان توکي ڇا ٿو حاصل ٿئي- طوطي چيو تہ اي سائڻ مان تہ ائين ٿي چاهيان ٿو تہ شل تون معشوق وٽ جلد وڃين ۽ وڃي ڳچي لڳائينس، پر تون پاڻيهي دير پيئي ڪرين- چڱو هاڻي جلد وڃ ۽ ساڻس ملاقات ڪري اچ پر ياد رکج تہ اُتي ڪنهن شيءِ جي لالچ نہ ڪج ڇاڪاڻ تہ لالچ بري بلا آهي- جي ڪندينءَ تہ تنهنجو حال بہ اُهڙو ٿيندو جهڙو هن فقير جو ٿيو هو- خجستہ پڇيو تہ اُنجو نقل ڪيئن آهي؟ طوطو چوڻ لڳو تہ ڪنهن شهر ۾ هڪڙو غريب فقير رهندو هو جو ڪنهن کي ڪين رنجائيندو هو سو اتفاق هڪڙي ڏينهن ڪنهن ڊوراهين جهنگ ۾ رڃي نڪتو ۽ اُتي تلاءَ جي پرتي ڏٺائين تہ هڪڙو شينهن ويٺو آهي ۽ هڪڙي لومڙي ۽ هرڻي بہ اڳيان ويٺيون اٿس - لومڙيءَ ۽ هرڻيءَ فقير کي ڏسي ويچار ڪيو تہ شينهن جي هنڪي ڏسندو تہ اُڏڻ ماري

وجهندس ڏنهن ڪري ڪا اهڙي صلاح ڏنيجي جو هن ويچاري کي ماري ته نه پر هٿان انعام ڏئيس اها رٿ رٿي شينهن کي دعا ڪري چوڻ لڳيون ته سائين اوهانجي سخا اهڙي ته مشهور آهي جو اڄ هڪڙو غريب فقير به اوهان ڪان دان گهرڻ آيو آهي ۽ هٿ ٻڌي سامهون بيٺو آهي شينهن ڪنڌ ڪڍي هنڪي ڏنو ۽ خوش ٿي ڪيس سڏي مٿس ڪهل آڻي اڳهه مارلين ماڻهن جا زر زيور سڀ انعام ڏيئي موڪل ڏنائينس فقير مال وٺي خوش ٿي هليو ويو ڪجهه ڏينهن کان پوءِ اُنهيءَ فقير کي اجل ڪڍي جو چوندا آهن ته ڳوهه کي ڪتي ڪڍي ته شڪارين جا گهر ڳولي سو لالچ ۾ پئجي وري ساڳي شينهن وٽ آيو اُن مهل شينهن جي اکيان بگهڙ ۽ ڪتا بيٺا هوا سي فقير کي ڏسي شينهن کي چوڻ لڳا ته هيءُ انسان ڪهڙو نه شوخ ۽ گستاخ آهي جو وري ٿو سامهون ڪاهيندو هيو اچي ۽ ساهه جو ٻڏ ٻپ نٿو ٿئيس اها ڳالهه ٻڌي شينهن اُچانگ ڏيئي هڪري ڏئي چنبي سان فقير کي ڳيا ڳيا ڪري وڌو-

طوطي هي نقل پورو ڪري چيو ته اي خجسته جيڪڏهن فقير جي لوڀ نه ڪري ها ته ڪين مارجي ها. چڱو هينئر ٿورڙي رات جو باقي آهي جلد وڃ ۽ وڃي معشوق سان ملي عيش عشرتون ماڻ - خجسته اڃان وڃڻ جو سعيو ڪيو ته ايتري ۾ اچو صبح ٿيو ڪڪڙن ٻانگ ڏني ٿنهن ڏينهن به شندس وڃڻ ٿي نه سگهيو تڏهن هي بيت پڙهي روئڻ لڳي -بيت-

راتڪهڙي ٽڪڙلڳي اٿئي-اي صبح ٻنڌ چو ٿيڳي اٿئي

-❧❧❧❧-

(رات ٻارهين داستان ڪراڙي شينهن ۽ ٻلي جو جا ڪوئن کي ماري ڌڪي ٿي

جڏهن [illegible] ٿي چنڊ نڪتو تڏهن [illegible] خجسته [illegible] کهڻي

جورو ڏيکي طوطي وٽ موڪل وٺڻ آئي ۽ اُنکي اُداس ڏسي
چوڻ لڳي تہ دل وندرائيندڙ طوطا اڄ ڇو غمگين ٿيو آهين
ڇا لاءِ ايتري جهوريءَ ۾ پيو آهين طوطو چوڻ لڳو تہ اي شاڻڻ
مونکي تنهنجو ڏک ماري ٿو ۽ ارمان ٿو ٿئي تہ تون سڀڪنهن
رات موڪل وٺڻ اچين ٿي پر ڳالهين ۾ صبح ٿيو ٿو وڃئي
ٿس جيڪڏهن اوچتو تنهنجو پيتا راڄي نڪري ۽ تون نہ وڃي
سگهين تہ هن ٻلي وانگر ڪوئن کي ماري هرمندي ٿي
پڇتائيندين ۽ خجستہ اها ڳالهہ ٻڌي چيو تہ اي طوطا ڪوئا
تہ ٻلي جو کاڄ آهن عجب آهي تہ ٻلي ڪوئن کي ماري پشيمان
ٿئي ٿي سو ڪولي ٻڌاءِ طوطو چوڻ لڳو تہ ڪنهن بيابان ۾
هڪڙو ڏايو ڪراڙو شينهن رهندو هو جنهنجي ڏندن جون
پاڙون ٻهڙي پيون هيون جڏهن مانس کائيندو هو تہ مانس
جون ٽنڊون ڏندن ۾ اٽڪي پونديون هيس ۽ انهي بيابان
۾ گهڻا ڪوئا رهندا هوا جڏهن اهو شينهن رات جو سمهندو هو
تڏهن سڀئي ڪوئا اچي سندس ڏندن مان مانس جون ٽنڊون
چڪي کڻي کائيندا هوا جنهنڪري شينهن جي ننڊ وڃي ٿي
پوندي هئي آخر شينهن عاجز ٿي ٻين جانورن کي چيو تہ توهين
ڪا اهڙي رٿ رٿيو جوهي ڪوئا مونکي هلاڪ نہ ڪن ۽ آءٌ
آرام سان ننڊ ڪريان تڏهن لومڙ چيس تہ رات جو هڪ ٻلي
چهرو ڏي تہ اوهين مزي سان ننڊ ڪريو اها رٿ شينهن کي
پسند آئي ۽ ٻلي کي ڪوٺائي ڪوتوالي ڏنائين ۽ هوءَ پنهنجي
نوڪري تي تيار ٿي بيٺي ڪوئن جڏهن ٻلي کي ڏٺو تڏهن
ڇري پيچي ويا ۽ شينهن رات جو آرام سان ننڊ ڪئي ٻلي
پنهنجي ڏاهپ سان ڪوئن کي پري ڪان ڪئي ٻچا ريندي
هئي ۽ ڪڏهن ڪين نہ وڻندي هئي ڇاڪاڻ تہ هن ڄاتو
ٿي تہ ڪوئن جي ڪري تہ مونکي هئي نوڪري ۽ آبرو مليو
آهي جيڪڏهن هنن کي کائي ويندس تہ پوءِ شينهن کي منهنجي





گهرج نه ٿيندي ۽ نوڪري ڪسي ونڊم انهي ڪري هو ۽ لنگهڻ ڪيندي هئي پر ڪنهن ڪوئي ئي نه ڪا ڏيندي هئي هڪڙي ڏينهن مٿيون منجهي ويس ۽ پنهنجو پونگڙو شينهن وٽ آڻي هٿ ٻڌي چوڻ لڳي ته اڄ اءَ ڪنهن ڪم لاءِ وڃان ٿي ساءِ حڪم ڪن ته پنهنجو پرنگڙو ڇڏي وڃان سڀاڻي صبح جو وري حضور ۾ حاضر رهنديس. شينهن خوشي سان موڪل ڏنيس ۽ ٻلي پنهنجو پونگڙو آڻي ڇڏي هلي ويئي راڪو ان پونگڙي ! جنهن ڪوئي ڪي ڏٺو ٿي تنهنکي ماري ٿي ڇڏيو مطلب ته هڪڙي رات ۾ سڀئي ماري کپائي چٽ ڪري ڇڏيائين ٻئي ڏينهن صبح جو ٻلي اچي ڏسي ته ماڪوڙا سڀئي مئا پيا آهن تڏهن منهن مٿو پٽي چوڻ لڳي ته اي نياڳا هي ڇا ڪيئي هنجي سڀئي منهنجي عزت هئي پونگڙي چيو ته وڃڻ وقت موکي چونه چتايئي ٻلي ڏاڍي پشيمان ٿي. جڏهن اها خبر شينهن کي پهتي ته هن پٽ ۾ هاٿي ڪوڻي جو نالو ٻه ڪونهي تڏهن ٻلي کي ڪوتوالي کان بيبس ڪري ڇڏيائين.

طوطي هي نقل پورو ڪري خجسته کي چيو ته توهن ڏاڍي غفلت ۽ گسرتي ڪرين ڇاڪاڻ ته سڀڪا رات مفت وڃائين ٿي اءَ ٻڌان ٿو ته متان تنهنجو مڙس اچي ۽ توهن ٻلي وانگر هٿ هئي- خجسته ٻڌندي پئي نيون ته وڃان ايتري ۾ صبح ٿي ويو ۽ ڪڪڙن ٻانگ ڏني انهي ڏينهن به سندس وڃڻ بند رهيو تڏهن هي بيت پڙهي روئڻ لڳي بيت

ماڻ جي رات چو موکي سڪائين
صبح هر وقت چو موکي ستائين



[رات ١٣ داستان ڏيڏرن جي سردار ۽ نانگ جو]

جڏهن سانجهه لٿو ۽ چنڊ نڪتو تڏهن خجسته طرحين طرحين



۽ زيور پائي، طوطي وٽ موڪل وٺڻ آئي ۽ عرض ۾ پير جي طوطي کي چيائين ته اي پرين تون اڄان ڪڏهن منهنجي حال تي رحم ڪائيندي ۽ مونکي منهنجي دلبر شان ملائيندين.

طوطي چيو ته اي خجسته آءٌ انهيءَ پيچ گهر ۾ آهيان تون خاطر جمع رکه آءٌ جلدي توکي تنهنجي معشوق سان ملائيندس سائڻ ڏاهو اُنکي چئجي جو سڀ ڪم جي نظر رکي ۽ جيڪ اڳ ۾ پوءِ اي نٿو سمجهي ۽ پنهنجي ڀلائي برائي کي ڌيان نٿو ڏي سو نيٺ پشيمان ٿئي ٿو جيئن شاپور پنهنجي قوم جو چيو نه مڃيو ۽ پشيمان ٿيو.

خجسته چيو ته اُنجو قصو ڪيئن آهي سو مونکي ٻڌاءِ طوطي چوڻ لڳو ته عرب جي پاسي هڪڙو اُنهون کوهه هيو اُن ۾ گهڻائي ڏيڏر رهندا هوا منهنجو سردار شاپور نالي ڏيڏر هو سو جڏهن سڀني ڏيڏرن تي گهڻو ظلم ڪرڻ لڳو تڏهن سڀني ڪٺي ٿي پاڻ ۾ صلاح ڪري هنکي رد ڪري پنهنجي قوم مان ڪڍي ٻئي ڏيڏر کي سردار ٿاپيو تڏهن شاپور اُٺا لاچار ٿي هڪڙي نانگ جي ٻر وٽ آيو ۽ آهسته آهسته ٽان ٽان ڪرڻ لڳو نانگ ٻر مان مٿو ڪڍي ڏيڏر کي ڏسي ڪلي چوڻ لڳو ته اي نادان تون منهنجو کاڄ آهين ڇو پنهنجو ساهه ڏيڻ آيو آهين ۽ ڏيڏر چيو ته آءٌ پنهنجي قوم جو سردار آهيان کوهه ۾ رهندو آهيان ۽ وٽ پنهنجي قوم جو فرياد آندو اٿم ته منهنجو داد ڪر نانگ ڏاڍو خوش ٿيو ۽ اُنکي دلاسا ڏيئي چوڻ لڳو ته اُهو کوهه مونکي ڏيکار پوءِ ٻئي گڏجي اُنهي کوهه تي آيا ۽ اندر گهڙي ويا. نانگ جڏهن ڪيترن ڏينهن ۾ مڙني ڏيڏرن کي کائي رسيو تڏهن شاپور کي چيائين ته اڄ نهايت بکايو آهيان منهنجي پيٽ ڀرڻ جي ڪا رٿ ڪر شاپور ڏاڍو ڊنو ۽ پشيمان ٿيو ته مون ڇا ڪيو جو هن نانگ کان مدد وٺي پنهنجي برادري کي ناس ڪرايم خير هاڻي ڇا ورندو جيڪي ٿيو سو ٿيو آهو ويچار ڪري نانگ کي چيائين ته مون تي وڏي مهرباني ڪئي

ڏيڻ ان کان منھنجو بدلو رکي ها ٿي، پنھنجي گهر ڇڏي نانگ
ٽيو ته آءٌ ٽوکي اکيلو ڇڏي نه ويندس ٽڏهن شاپور چيو ته
پيو هڪڙو ڪوهه هتان اوڏڙو آهي ٽنھن ۾ گهڻا ڏيڏر رهن ٿا جو ڏين
ته اُنهنکي ڏيھاڙي هڪ ماڻهو ڏيئي هتي وڻي اچان نانگ کي اها ڳالهه
وڻي ۽ شاپور کي موڪل ڏناءِ پوءِ ته شاپور انهيءَ بهاني سان
ڪوهه مان نڪري ڪنھن ٻئي ۾ وڃي لڪو نانگ کي ڏينھن شاپور
جي واٽ ڏسي ڏسي ڪوهه مان نڪري پنھنجي گهر هليو ويو.
طوطي هي قصو پورو ڪري چيو ته اي خجسته هاڻي دير
نه ڪر جلد وڃ ۽ وڃي يار دلدار سان مل اچان خجسته پانيزن
ته وچان ايتري ۾ صباح ٿيو ۽ پکين مٺي لات ڪئي انهي
ڏينھن به خجسته جو وڃڻ بند رهيو ٽڏهن اکين ۾ ڳوڙها آڻي
هي شعر پڙهڻ لڳي. -شعر-
بي وفا رات جهليو ٽڪ نه ذرو مور آلا
مون ندوريءَ جي وڃڻ مهل اچي ڪئيس بلا

[ رات ١٤ داستان ڦيڪاريءَ جو جنهن مڪر ڪري ]
پيولڙي کي ماريو ۽ چالاڪي سان شينهن جي جاءِ ورتي
جڏهن سج لٿو ۽ چنڊ نڪتو ٽڏهن خجسته ڪپڙا بدلائي
ڳهه ڳنا پائي طوطي وٽ رخصت وٺڻ آئي ۽ چوڻ لڳي ته اي
طوطا آءٌ سيڪنھن رات ٽو وٽ موڪل وٺڻ اچان ٿي ۽ پنھنجي
بيقراريءَ جي حالت ڏيکاريان ٿي پر افسوس ته ٽون منھنجي
رنائين نٿو سخيءَ کان شوم پلو جو ٽرت ڏي جواب طوطي
ڪنڌ هيٺ ڪري چيو ته اي سردار چڱو اڄ رات سگهي وڃ ۽
وڃي پنھنجي دلبر سان ملاقات ڪر پر جيڪڏهن ڪو دشمن
اُٿي اچي ۽ ٽوکي شرمند ڪري ته ٽون به ڦيڪاريءَ وانگر مڪر
ڪري پنھنجي ڳالهه ڏاهج. خجسته چيو ته انهي ڦيڪاريءَ جي ڳالهه
ڪئن آهي سا ٻڌاءِ.

طوطي چيو ته ڪنهن جهنگ ۾ هڪڙو شينهن ۽ ٻولڙو ٻئي
سنگتي رهندا هوا اتفاق سينهن ڪيڏانهن هليو ويو ۽ ٻورڙي
کي پنهنجي جاءِ تي واهري چياءِ ته جيستائين آءٌ وري اچان
تيستائين خبردار رهج ڪن ڏينهن پڇاڙان شينهن جي غير
حاضريءَ ۾ هڪڙو ٽيڪاريءَ اچي شينهن جي جاءِ تي ويهي رهيو
تڏهن ٻولڙي چيس ته اي ٽيڪاري هيءُ مڪان شينهن جو آهي
توکي لازم آهي جو سندس حڪم ڌاران هتي رهين ٽيڪاري
جواب ڏنس ته هيءُ مڪان منهنجي پيءُ جو آهي ۽ مونکي ورثي
طور مليل آهي توکي ڪهڙي خبر آهي ڳالهه ٻڌي ٻولڙي ماٺ
ڪري ڪئي ۽ چياءِ ته جيڪو ڪندو سو لوڙيندو ٽيڪاريءَ کي
سنديس ماڏيءَ به چيو ته هتي رهڻ ٺيڪ نه آهي ڇاڪاڻ ته شينهن
سان برابري ڪرڻ پنهنجي ساهه ٿان آهو ڪڍڻ آهي پر ٽيڪاريءَ
چيس ته آءٌ شينهن کي پاڻهين ڪنهن تجويز سان ٽاري
ڇڏيندس تون بيفڪر ره نيٺ ڪن ڏينهن پڇاڙان شينهن جي
اچڻ جو هاوانو اُٿيو ۽ ٻولڙو پڌيو ويو ۽ شينهن کي ٽيڪاريءَ
جو سربستو احوال ٻڌائي چياءِ ته مون انکي گهڻي روڪ ڪئي
ته هن مڪان ۾ نه ره ايترو ٻڌي شينهن چيو ته اي موذي
پاڻجي، ٿو ته هو ٽيڪاري نه آهي پر مون لاءِ ته ڪا وڏي
۽ ڳري ٻلا آهي جو اهڙيون بي پرواهيءَ جون ڳالهيون ٿو ڪري
ٽيڪاريءَ جي ڇا مجال آهي جو منهنجي جاءِ ڪسي ٻولڙي چيو
ته ساءِ مونکي قسم آهي اهو ٽيڪاري آهي جيڪڏهن تنهنجي
رڳي اڪ مٺس پوندي ته هنجو ساهڙي نڪري، ويندو تون پاڻ
هلي ڏسينس شينهن چيو ته اي ٻولڙا تڏهن جو ڳجهه ڏٺي ٿو
چاڻي هي ڇا ٿو چوين اڪثر جانور اهڙا آهن جي ڏسڻ ۾ ننڍا
۽ بهادريءَ ۽ طاقت ۾ مونکان به ڏاڍا آهن شايد هي به اُنهن
مان هوندو ائين چئي شينهن ڏڪندو ڪنبندو پنهنجي جاءِ
ڏانهه هليو ۽ هو ڏانهن ٽيڪاريءَ پنهنجي ماڏيءَ کي چئي ڇڏيو

هو ته جنهن وقت شينهن هٿ پنهنجي تنهن وقت کون پنهنجن ٻچن کي رواڄ ٻوءِ جئن آءٌ ٻچان ته چوٽا روئن ته کون ڇڏجاءِ ته اڄ شينهن جو ڪازو ماڻس گهرن ٿا ۽ پاڙوٺو نٿا کائن جڏهن شينهن ان مڪان جي ويجهو پهتو ڪڏهن ٻچن روئڻ شروع ڪيو ڦيڪاريءَ ٻڇيو ته هي ڇا لاءِ ٿا رڙن- ماديءَ چيو ته بکايا آهن ڦيڪاريءَ چيو ته مون ڪالهه شينهن جو هيڏو سارو ماڻس آندو تنهن مان ڪي بچيو آهي ۽ ڪڏهن ماديءَ چيو ته جيڪي بچيو هو سو رکيو آهي پر پاروٺو نٿا کائين ڪازو ٿا گهرن تنهن تي ڦيڪاريءَ ٻچن کي چيو ته اوهين ٿوري سانت ۽ ڌير ڪريو مون ٻڌو آهي ته اڄ هن جهنگ ۾ هڪڙو شينهن آيو آهي جي اها ڳالهه سچي آهي ته اجهو ٿو هنکي ماري اوهانکي ڏيئو ڪرايان شينهن اها ڳالهه ٻڌي ساهه مٺ ۾ ڪري اُٿي ڀڳو ته متان اچي وٺي شينهن ٻوڙي کي چيو ته مون چيو مانءِ ڪين ٿي ته هو ڦيڪاري ڪين آهي بلڪ ٻيو ڪو زور وارو جانور آهي ٻوڙي چيس ته اي شينهن هيرهو لوسان فريب ٿو ڪري ٻڇ نه چوته هو نهايت ڪمزور آهي— شينهن ٻوڙي جي چوڻ تي موٽي پنهنجي مڪان ڏي آيو ۽ ڦيڪاريءَ جي ماديءَ وري ٻچن کي رئاريو تنهن تي نر چيس ته بابا اڄ ضرور شينهن جو ماڻس مونکي هٿ لڳندو جو هڪڙو ٻوڙو منهنجو ڳڙهو دوست آهي سو انجام ڪري ويو آهي ته اڄ آءٌ شينهن کي ڪنهن نه ڪنهن طرح سان لوٽ اٽيان ٿو سو يقين آهي ته ڪنهن فريب سان وٺي ايندس هڪڙي ڪن سهو ته شينهن جو ماس ڏيانو ٿو شينهن جو اهو ٻڌو سو اُٿيءَ ٻوڙي کي ناحق ماري اُٿي ڀڳو ۽ وري ڪونه آيو -

طوطي ايترو چئي چيو ته اي خجسته اڄ چڱي مهل آهي جلد وڃ ۽ وڃي پنهنجي معشوق سان گڏج خجسته هي ٻڌي ڀانيون ته وڃان ته ايتري ۾ صبح ٿيو ڪڏهن هي بيت پڙهيو|

۽ ائين ۾ پاڻي آڏو لڳي. —

—بيت—

ڏينهن ۾ مونکي رهڻ لئي ناهه ڪو اختيار وجهه
آهه باقي رات ڳالهيون ۾ وڃي تو سوبه سجهه

[رات ١١ داستان زريو ڪوريءَ جو]

جنهن سان بخت ياوري نه ڪئي

جڏهن سج لٿو ۽ چنڊ نڪتو تڏهن خجسته عمدي پوشاڪ پهري زيورن سان زرجي ٿي ڪي طوطي وٽ موڪل وٺڻ آئي ۽ چوڻ لڳي ته اڙي طوطا ڪيتري مدت کان تنهنجون نصيحتون پيئي ٻڌان پر مونکي تنهنجي سنگت مان ڪي به پراپت ڪين ٿيو—

—بيت—

وڇوڙي جي سهڻ جو سمت نه ساريان
جدائي ياو جي کان لڙڪ هاريان

طوطي چيو ته اي سردار توهان مون ڪي چوٿي ڪاوڙجين آءٌ ته توکي سڀڪنهن رات تاڪيد ڪريان ٿو منهنجو ڪو ڏوهه ٿو آهي تنهنجي قسمت ائين آهي جا توسان بيپرائي ڪري ٿي جهڙيءَ طرح زرير سان سندس بخت ياوري نه ڪئي—

خجسته پڇيو ته اُنجو نقل ڪئن آهي سو ٻڌاءِ - طوطي چيو ته زريرنالي هڪڙو شخص هوريشمي ڪپڙا اُڻندو هو ۽ هڪڙي ڳڻ به ڪم کان واندو نه رهندو هو پر فائدو ڪون ٿيندو هوس هڪڙي ڏينهن پنهنجي ڪنهن ٿلهن ڪپڙن اُڻندڙ دوست جي گهر ويو ۽ ڇا ڏسي ته اُنجو گهر شاهوڪارن ۽ تونگر زر ۽ زيورن ۽ مال ۽ اسباب سان ڀريو پيو آهي حيران ٿي دل ۾ چوڻ لڳو ته آءٌ دنيان دارن ۽ بادشاهن جي لائق ڪپڙا اُڻان ٿو ته مونکي ماني آهي ته ڳنڍڻ ڪونهي جي ڳنڍڻ آهي ته ماني ڪانهي! ۽ هن گدا ڦاٽي ڪوريءَ هيترو ڌن ڪٿان آندو آهه ۽ اهڙيءَ اڻ لٽڻ ۾ پنهنجي گهر آيو ۽ زال کي چياءِ ته هن بي

قدر شهر ۾ نه رهندس ڇا ڪاڻ ته هتي جا ماڻهون منهنجي ڪم جو قدر نٿا سڃاڻن واجب آهي ته ڪنهن ٻئي شهر ۾ وڃي روزگار ڪريان جوٽس گهڻي منع ڪئي مگر زرير هٺ کان نه لٿو تڏهن جوٽس چيو ته بخت ساڳيو هتان وٺي وينديين ته وڃ ڇاڪي اُتان وٺي ايندين - جنهنکي ڏنو نصيب جواب- ڪٿ انکي ملي نه ان ۾ آب— آخر زيرڪ سفر تي ويو ۽ ڪنهن شهر ۾ اچي ڪرت ڪار ڪرڻ لڳو جڏهن گهڻا رپيا ڪمايائين تڏهن پنهنجي گهر جو رستو ورتائين ۽ وات تي رات جو هڪڙي هنڌ لهي پيو آڌي رات ڌاري جاڳيو پر ننڊ اچيس هڪڙو چور جو آيو سو رپين جو ٿورو ڪڍي پڇي ويس ڪرڪي تي زرير جاڳيو ۽ چور جي پٺيان پيو پر اُنکي جهلي نه سگهيو تڏهن لاچار ٿي موٽي ساڳي شهر ۾ ڪرت ڪار ڪري گهڻا رپيا ڪمايائين ۽ وري گهر ڏانهن هليو پهر رات گذرڻ کان پوءِ ڪنهن هنڌ لهي پيو ۽ پيسن سنڀالڻ جي گهڻي پڪائي ڪيائين پر اُهي به چور اُٺي ويس تڏهن دلگير ٿي چيائين ته مايا منهنجي قسمت ۾ نه آهي ڪنهڪري چور ڪنيون تو وڃي نيٺ خالي هٿين پنهنجي گهر آيو ۽ سڄو بستو احوال زال کي ٻڌايائين ڪنهن وراڻي ڏنس ته نصيب کان سواءِ ڪجهه ملڻو نه آهي منهنجو چوڻ نه ليکي اهو ٻڌي ويچارو زرير شرمندو ٿيو-

طوطي هي نقل پورو ڪري خجسته کي چيو ته سردار ڏس ته وڃ وڃي پنهنجي معشوق سان گڏ راتڙي پاءِ- خجسته اهو ٻڌي وڃڻ جو شعيو ڪيو ته ايتري ۾ پرهه ڦٽي پرڀات ٿي ڪُڪڙن ٻانگ ڏني ۽ سندس وڃڻ ڪين ٿيو هي بيت پڙهي روئڻ لڳي-

بيت- اُميدن پري رات گذري ويئي
ڏکيو ڏينهن آيو نڪا روري

[رات ١٦ داستان چئن شاهوڪارن يارن جو]



جڏهن سماج لڄ ۽ ننگ ڇڏي ڪري تڏهن خجسته عشق جي درد
کان رئندي ٿڌا ساه ڀريندي طوطي وٽ آئي ۽ چوڻ لڳي ته
اي سبز پوش طوطا آءٌ عشق جي درد کان مريو ٿي وڃان
۽ تون منهنجي هيڪا رات نصيحت ۽ گفتگو ۾ وڃايو ڇڏين-

بيت نصيحت جون ڳالهيون نه مونکي ڀڄاءِ
مئو عاشقن جو نه ويلو وڃاءِ

طوطو چوڻ لڳو ته اي خجسته هيءَ ڇا ٿي چوين دوستن جي
ڳالهه ماڻهن گهرجي جيڪو دوستن جو چوڻ نٿو قبولي سو خراب
ٿو ٿئي ۽ پشيماني ٿو پوڳي جهڙيءَ طرح هڪري ماڻهوءَ دوست
جو چيو نه مڃيو ته ڏاڍو پشيمان ٿيو. خجسته چيو ته اي
منهنجا پرين آءٌ توکان صدقي ٿيان اُهو نقل ڪئن آهي- طوطو
چوڻ لڳو ته بلغ شهر ۾ هڪڙا چار ڄڻا شاهوڪار پاڻ ۾ يار هئا ۽
اتفاق اُهي چارئي غريبي جي حالت ۾ ٿي ڪامل فقير وٽ آيا ۽
هر هڪ پنهنجو پنهنجو احوال انکي کولي ٻڌايو تڏهن فقير
کي منن رحم آيو سو هنن چئني کي هڪڙو هڪڙو مهرو ڏيئي
چياءِ ته سڀئي پنهنجي پنهنجي مٿي تي مهرو رکي هليا وڃو
جنهنجي جنهنجي مٿي جو مهرو جتي ڪري سو اُتي اُتي
زمين کوٽي ۽ جيڪي منجهانس نڪري سو اُنهي جو حق آهي
آخر هو چارئي يار هر هڪ پنهنجي پنهنجي مٿي تي مهرو رکي
ڪاڏس وٺي اُٿي هليا جڏهن ڪيترائي ڪوه پنڌ ڪياءِ تڏهن
هڪڙي جي مٿي جو مهرو ڪري پيو تنهن اُها جاءِ کوٽي ته ٽامون
نڪتو تڏهن ٻين ٽن يارن کي چياءِ ته آءٌ هن ٽامي کي سون
کان وڌيڪ سمجهان ٿو جيڪڏهن اوهانجي دل چوي ته مونسان
گڏ هتي رهو- هنن قبول نه ڪيو ۽ اڳتي وڌيا ٿورو ئي اڳتي
ويا ته وري ٻئي جي مٿي جو مهرو ڪري پيو تنهن زمين کوٽي
ته رپو نڪتو تنهن به ٻنهين سڱتين کي چيو ته يارو توهين مون
رڻ ٽڪي پئو رپو گهڻوئي آهي حياتي جو دم خير سان پيو
گذرندو ر ا ر هين هن رپي کي پنهنجو مال ... جو ۾ ندن ...

مڃيو ۽ اڳتي هليا تہ ٽين جي مٿي جو مهرو بہ ڪريو هن اها ڌرتي کوٽي تہ سون نڪتو تڏهن سرهو ٿي باقي رهيل چوٽين يارڪي چوڻ لڳو تہ سون کان زيادہ ڪا شيء چڱي نہ آهي لازم آهي تہ اُٺ ۽ لوڻ ٻئي ڇڏي هتي رهي پئون پر هن جواب ڏنو تہ جيڪڏهن ويندس تہ جواهرن جي کاڻ لهندس هتي ڇو رهان ۽ ائين چئي اڳتي هليو ۽ ڪجهہ پنڌ ڪياءِ تہ هنجو مهرو بہ ڪري پيو ۽ هن بہ ٻين وانگيان اُها جڳہ کوٽي تہ لوهہ نڪري آيو اها حالت ڏسي ڏاڍو شرمند ٿيو دل ۾ چياءِ تہ ناحق سون ڇڏيم ۽ پنهنجي يار جو چيو نہ مڃيم سچ آهي -بيت-

يار جي ڳالهہ جو ورائي ٿو - فائدو سونہ مور پائي ٿو

آخر لوهہ کي ڇڏي انهي هنڌ ويو جتي سندس يار سون جي کاڻ لڌي هئي پر نہ يار ڏٺاءِ نہ سون جي کاڻ تڏهن رپي واري يار وٽ ويو پر اُهو بہ ڪونہ ڏٺائين وري ٽامي واري وٽ ويو ۽ اُهو بہ ڪونہ لڌاءِ تڏهن پنهنجي نصيب کي روئي چوڻ لڳو تہ هاءِ هاءِ" جي وڃان روم تہ بہ ڀيڏي مٿي ٿوم" هاڻي ڪيڏانهن وڃان بيشڪ قسمت کان زيادہ ڪي نٿو ملي موٽي لاچار ٿي فقير وٽ آيو تہ اُهو بہ ڪونہ ڏٺائين تڏهن نهايت پشيماني ٿي هيءُ بيت پڙهڻ لڳو- -بيت-

هٿ وڏيءَ جو ناهہ ويڄ طبيب
ڪٿ وڃان پيو ناهہ يار قريب

طوطي هيءُ نقل پورو ڪيو ۽ خجستہ کي چياءِ تہ جيڪو دوست جي ڳالهہ نٿو مڃي سو ائين ٿو پڇتائي- خير اي سردار هاڻي وڃ ۽ وڃي پنهنجي دلدار سان مل ۽ جوانيءَ جا مزا ماڻ. خجستہ ٻڌندي ئي پانيو تہ وڃان تہ اُتيهي صبح ٿي ويو ۽ ڪڪڙن دس هنيون تڏهن هي بيت پڙهي پنهنجي حال تي روئڻ لڳي-

-بيت-

رات ميلاپ جي شگهي ورڻون
ڏينهن ڏکيا ڏنگا سگهو ٽارڻون





## (رات سترهين داستان هڪڙي گدڙ جي بادشاهه ٿيڻ ۽ مارجي وڃڻ جو)

جڏهن ڏينهن گذريو ۽ رات ٿي تڏهن خجسته طوطي وٽ موڪل وٺڻ آئي ۽ اُنکي اُداس ڏسي چوڻ لڳي ته اي پرين تون ڇوسن پراڇي ويو آهين؟ طوطي چيو ته اي سردار تون وڏ گهراڻي ۽ خاندان آهين خبر نه آهي ته تنهنجو معشوق به تو جهڙو اعليٰ خاندان آهي يا ڪنهن نيچ قوم جو آهي جيڪڏهن تو جهڙو آهي ته هن سان ملاقات ڪرڻ ۾ ڪا حرڪت ڪانهي جي نه ته اُن کان گوشو ڪرڻ بهتر آهي - بيت -

ياڻ جهڙي لائق سان ڪجي سنگت پريت
نيچ سان صحبت رکڻ آهي ڪريت

۽ فارسيءَ واري به چيو آهي ته بيت

ڪند همجنس با همجنس پرواز - ڪبوتر با ڪبوتر باز با باز

۽ اُڙدوءَ واري به لکيو آهي ته بيت

ڪم سي اُڪم ملي نيچ سي نيچ. پاني سي پاني ملي. اور ملي کيچ سي کيچ

خجسته چيو ته اي حال پاڻي اهو سچ آهي پر مونکي هنجي حال جي خبر ڪانه پوي. طوطي چيو ته آدميءَ جو عيب ۽ هنر زبان مان پڌرو ٿجي تو شايد گدڙ جو قصو تو نه ٻڌو آهي. خجسته چيو ته اي مٺو اُهو قصو ڪئن آهي -

طوطي چيو ته اي ساٿڻ هڪڙو گدڙ هميشه شهر ڏي نڪري وڃي ماڻهن جي باسڻن ۾ وات وجهندو هو هڪڙيءَ رات ڪنهن نيرواري جي گهر ويو ۽ نير جي ڪُن ۾ منهن وجهڻ سان منجهس ڪري پيو ۽ سڄوئي بدن نيرو ٿي پيس گهڻي تڪليف ۽ ڏاڍي آسان منجهانس نڪتو ۽ جهنگ جو رستو ورتائين. جڏهن جهنگ ۾ پيو تڏهن ٻين جانورن هنجي عجيب شڪل ڏسي ڄاتو ته هي ڪو ڏاڍو زورآور جانور آهي تن هنکي پنهنجو سردار ڪيو



اُهو ڪڏهن سردار پاڻ نه سچا پڻ جي لاءِ دربار جي وقت ننڍين ننڍين جانورن کي پنهنجي اڳيان بيهاريندو هو يعني ٻُهرئي قطار ۾ ڳڏڙن کي ۽ ٻيءَ قطار ۾ لومڙن کي ۽ ٽئين ۾ [illegible]ڙن ۽ ٻولڙن کي ۽ چوٿين ۾ بگهڙن کي ۽ پنجين ۾ شينهن کي ۽ ڇهين ۾ هاٿين کي بيهاريندو هو ۽ چوندو هون ته اوهين سڀ پنهنجي پنهنجي درجي تي حاضر رهو ۽ سانجهي جو جڏهن سڀئي ڳڏڙ اُونار ڪندا هوا ته هيءَ بہ ڪندو هو تنهنڪري ڪوئي ڪونه سچا ٽڪندو هوس ڪن ڏينهن کان پوءِ اُهو سردار ڳڏڙن کي ڪاوڙيو ۽ انهيءَ پاڻ وٽان ڪري ڪڍيائين ۽ سندين جايون شينهن ۽ هاٿين کي ڏنائين. جڏهن رات جو وقت ٿيو ۽ ڳڏڙن اُوناڙ شروع ڪئي تڏهن هي سردار ڳڏڙ بہ دانهون ۽ پيڪرات ڪرڻ لڳو جي پر وارن جانورن ٻڌي سهي ڪيو ۽ کيس جهلي هيٺ ڦاڙي ماري وڌائونس. طوطي هي قصو پورو ڪري چيو! ته سردار سيکنهن ماڻهوءَ جو عيب ۽ هنر سندس گفتگو مان معلوم ٿئي ٿو—

نياڃ جي واڪان فضيلت هڏ نه ڪا پيدا ٿئي
ڪانگ مان طوطي جيان گفتار ڇا پيدا ٿئي

سردار هاڻي پنهنجي معشوق وٽ وڃ ۽ سا ٽس گفتگو ڪر ته سندس عيب ۽ هنر پاڻهين توکي معلوم ٿيندو. اهـا ڳالهه ٻڌي خجسته پانيرن ته وڃان اينتري ۾ صبح ٿي ويو ۽ ڪڪڙ ٻانگ ڏني اُنهيءَ ڏينهن بہ سندس وڃڻ بند رهيو تڏهن هي بيت پڙهي روئڻ لڳي-

-بيت-

اي صبح هيءَ ڪرين ڪهڙو ڪچاڙو ٿو
رات ۾ چو ٻگاڙو وجهين ٿو

---

[ رات ۱۸ داستان هڪڙي جوان جو جنهن دوست
سان خرابي ۾ شامل ٿي مار کاڌي ]

ٻڌن شج لٿرءِ جذب نڪته. تڏسن خجسته. سار سينگار ڪ...

موڪل وٺڻ لاءِ طوطي وٽ آئي ۽ چوڻ لڳي تہ اي پرين اڄ سپيڪنهن رات موڪل گهران ٿي پر تون هڪ نہ ٻئي طرح راتہ گنوارائين ٿو.

-بيت-

مونکان ڳوڙها جهليا ٿتا جهلجن

ٿوڪي جهليو اڇي قصن ڪهاڻين

طوطو چوڻ لڳو تہ سائڻ تون خاطري رکہ هاڻي جلدئي پنهنجي پريتم سان وڃي ملنديءَ جهڙيءَ طرح هڪڙي جوان ڇوڪريءَ ڏاڍا ڏکا پر پوءِ وڃي منزل مقصود تي پهتو.

خجستہ چيو تہ اي طوطا اها ڳالهہ ڪيئن آهي سا ٻڌاءِ طوطو چوڻ لڳو تہ بسنت نالي هڪڙي جوان جي چندرا نالي هڪ موچاري عورت سان پريت پئجي ويئي چوندا آهن تہ خون ۽ ڪستوري ڳجها رهي ٿتا سگهن سو ڳجهہ ڏينهن کان پوءِ هن ٻنهي جي پريتي جو احوال ڏٿر پڌر ٿي پيو ڪنهنڪري چندرا کي سندس مڙس وٺي وڃي پيڪن ۾ ويهاريو بسنت هنجي جدائي ۾ ڏاڍو ٿي رنو. هڪڙي ڏينهن هن پنهنجي دوست جيوٽي کي چيو تہ منهنجا ڳوڙها دوست منهنجو ارادو آهي تہ چندرا ڏي وڃان جيڪڏهن تون بہ مون سان هلين تہ ڏاڍو چڱو چوتہ هڪڙي کان ٻہ ڀلا چڱا جيوٽي سندس چوڻ قبول ڪيو ۽ سائس گڏجي اٿي هليو ٻن چئن ڏينهن کان پوءِ هو انهي شهر کي نزديڪ پهتا بسنت هڪڙي وڻ هيٺ لهي پيو ۽ جيوٽي کي پنهنجي اچڻ جو سماءُ ڏيڻ لاءِ چندرا جي گهر موڪليائين جيوٽو چندرا جي گهر ويو ۽ کيس چوڻ لڳو تہ بسنت آيو آهي ۽ ٻاهر وڻ هيٺ لٿو پيو آهي ايترو ٻڌندئي چندرا گل وانگيان ٽڙي ۽ چيائينس تہ اڄ رات انهي وڻ وٽ ايندس جيوٽو چندرا جو سنيهو بسنت وٽ کڻي آيو جڏهن رات ٿي تڏهن چندرا بسنت وٽ آئي گهڻي وقت بعد ملڻ ڪري ٻنهي جي اکين مان لڙڪ وهڻ لڳا پوءِ چندرا جيوٽي کي پنهنجي جوڙاڪ ڏيئي پنهنجي جاءِ تي موڪليو ۽ چيائينس تہ جيسين



مان اچان تيسين تون منهنجي انهيءَ پوڙها ڪڪڙي اُتيئي
رهج پر خبردار رهج ۽ منهن نه اُگهارج جڏهن منهنجو ڀتار
کير جو پيالو ڏيئي تڏهن تون اُهو پيالو نه رکج- پر جڏهن
اُهو کير جو پيالو تنهنجي اڳيان رکي ٻاهر هليو وڃي تڏهن
تون اوڏي مهل مزي شان سان پيٽ ڀرج، جيوڙي اها ڳالهه
قبول ڪئي ۽ اهڙي طرح چندرا جي گهر وڃي منهن ڍڪي
ماٺ ڪري ويهي رهيو ايتري ۾ چندرا جو ڀتار هڪڙو پيالو کير
جو کڻي آيو ۽ اُنکي چوڻ لڳو ته اي جاني جريمي جواني هيءَ
کير جو ڀريل پيالو تو لاءِ آندو اٿم سو پيءُ. پر هن نه ورتو هن
پيڻ لاءِ ڪيترائي منٿا هنيان پر جيوڙي ڪين منجهيو تنهن تي
هن مڙس کي جو چڙ آئي سو خوب چابڪ هڻي چوڻ لڳس ته
هيئنڪ رن اڄ جئن منٿ ٿو ڪريان ۽ مرضي پيو رکائين تئن
متي کي چڙهندي ٿي وڃين ۽ نه منهن ٿي پڌين ۽ نه ڳالهائين
ٿي ائين چئي هو ٻاهر هليو ويو جيوڙي پنهنجي حالت تي
ڪنهن مهل رنو ٿي ته ڪنهن مهل ڪاوڙ ٿي ايتري ۾ چندرا
جي ماءُ اچي سمجهايس ته ڌيءَ مان توکي متيون ڏيئي ڏيئي
ٿڪي پيئي آهيان ته مڙس سان ايتري قدر هوڙه نه ٿيءُ پر
توکي اثر ئي ڪونه ٿو ٿئي تون مڙس کي ليکين ئي نٿي ائين ته
مڙس جي منهن ڪان پاڙڪي سگها ٿيندين. ماڻس ايترو چئي پيءُ
ٿيءِ ڏي هلي ويئي ۽ اُنکي چوڻ لڳي امڙ تون چندرا کي وڃي
سمجها ۽ مان ته سمجهائي ٿڪي آهيان پوءِ چندرا جي ڀيڻ
(جا سچ پچ چندر مان جهڙي سهڻي هئي) آئي ۽ ڀيڻ کي پر
(جيوڙي کي) گهرائتي پائي چوڻ لڳي ته ڀيڻري ڀتار سان نه
رس جيوڙي جو هنجو منهن ڏٺو سو هنتي موهت ٿي پيو ۽
منهن تان برقعو لاهي چوڻ لڳس ته ڀورل ڀيڻي بسنت وٽ
ويئي آهي ۽ مونکي هٿ موڪليو اٿس مون ته سندس واسطي
هيڏي مصيبت سٺي آهي هاڻي توکي لازم آهي ته تون مونسان
رهي مزا ماڻ- چندرا جي ڀيڻ هنجا بيهودا لفظ ٻڌي ٿيءِ ٿي

پاڻ تي رکي، تہ سنڌيا جو سندر پڌي خنجر ڪڍي جيوٽي کي چيائين تہ اي پاڳل- ڇو تہ هيئنر توکي ڪوڙي جهنم ۾ موڪليان جيوٽو وائرو ٿي ويو ۽ حوصلا ٿي خطا ٿي ويس ۽ آخر ستڻ جي پيرن تي ڪري جيئدان منگيائين جيوٽو اُتان ڇُٽي بسنت وٽ آيو ۽ چندرا پڇيس تہ رات ڪٿان گذاري هن پنهنجي ڏيکاري زارون زار روئي ڏنو پوءِ سڀوئي احوال ٻڌايائين جو ٻڌي چندرا ڏاڍي شرمندي ٿي پنهنجي جيوٽ کي ڌڪار ڪيائين پوءِ هوءَ گهرائي ۽ پيار کي هٿ جوڙي معافي منگيائين-

طوطي اها آکاڻي پوري ڪري چيو تہ اي خجستہ هاڻي تون وڃي پنهنجي من موهن شاهہ سان رهاڻي ڪر خجستہ ٻڌيئي پيانيو تہ وڃان تہ ايتري صبح ٿي ويو ۽ ڪڪڙن بانگ ڏني تنهن ڏينهن بہ سندس وڃڻ بند رهيو تڏهن هي بيت پڙهي زار زار روئڻ لڳي—

-بيت-

صبح مونکي سڪائين ڇو— مٺي محبوب معشوق کان
پرين پيالو پريم جو— پيارين ڇونہ محبوب کان

---

## [ رات ١٩ داستان هڪڙي سوداگر جو جنهنجي گهوڙي جي لت ] سان هڪڙي سوار جي گهوڙي مري ويئي

جڏهن سج لٿو ۽ چنڊ نڪتو تڏهن خجستہ عمدا ڪپڙا ڪري طوطي وٽ رخصت وٺڻ لاءِ آئي ۽ چوڻ لڳي تہ اي منو اڄ وڇوڙي ڪري دل نهايت بيقرار ٿي آهي—

ڪو رسائي يار منهنجي کي سڻيهو سيگهہ مان
وس نٿو منهنجو هلي نہ تہ هن گهڙيءَ اوڏري وڃان

منا جيئن ٺيڪ آهي پنهنجي محبوب وٽ وڃي ٿي سگهان مگر تنهنجي موڪل ڌاران وڃڻ مناسب نٿي ڄاڻان ڇاڪاڻ تہ آءٌ تنهنجي عقل تي ڀروسو رکان ٿي جيڪڏهن اڄ رات مراد تي پهچائيندين تہ تنهنجو گهڻو ٿورو مڃيندس- طوطي

چيو ته اي شاهڻ جيڪي عقل وارا هوندا آهن سي صلاح
ڏاران ڪم نه ڪندا آهن تون پڻ ڏاڍي آسين جو ڪو ٻئي جي
صلاح ڏارا نٿي ڪرين جيڪڏهن توسان ڪو دشمني ڪندو ته
تون پنهنجي سياڻپ ڪري ڪنهن آفت ۾ ڪين پوندين جهڙيءَ
طرح هڪڙي سوداگر پنهنجي عقل ۽ سياڻپ رستي اهڙو اپاءُ
ڪيو جو پشيمان نه ٿيو - -بيت-

ڏاهي کي ڪنهن طرح پيش نه اچي خواري
موڳي کي مهل سر نه اچي هوش هشياري

خجسته چيو ته اُن سوداگر جو قصو ڪئن آهي طوطو چوڻ
لڳو ته اڳين سمي ۾ هڪڙي عقل جي اڪابر سوداگر وٽ هڪڙو
بدخصلت گهوڙو هوندو هو هڪڙي ڏينهن سوداگر پنهنجي ڏيڍيءَ
۾ ڪاڻ وٺي ڪاڏو ته ايتري ۾ هڪڙو ماڻهو گهوڙيءَ تي چڙهيل
اُتي آيو ۽ انهيءَ گهوڙيءَ کي سوداگر جي گهوڙي وٽ ٻڌڻ لڳو
۽ کائڻ لاءِ تيار ٿيو سوداگر چيس ته منهنجي گهوڙي وٽ
گهوڙيءَ کي نه ٻڌ ته بلائي ڪانه رسنديئي ۽ مون سان گڏ کائڻ نه
کاءُ نه ته نقصان ٿيندئين هو اهو ڳالهه ٻڌي اڻ ٻڌي ڪري
گهوڙي اُتيئي ٻڌي ساڻس ويهي کاڄ کائڻ لڳو تنهن تي سوداگر
پڇيس ته تون ڪير آهين جو منهنجي چئي ڏاران مون سان
گڏ کائين ٿو ۽ هن پاڻ کي ٻوڙو بڻائي ڪو جواب ڪونه ڏنو
سوداگر چالو ته هي ڪو ٻوڙو آهي تنهن ڪري ڪئي ماٺ ڪيائين
ايتري ۾ سوداگر جي گهوڙي هنجي گهوڙيءَ کي زور سان لت
هنئي جو پيٽ ڦاٽي پيس ۽ مري ويئي تڏهن هو شخص
سوداگر سان وڙهڻ لڳو ۽ چيائين ته تنهنجي گهوڙي منهنجي
گهوڙي ماري آهي تنهنڪري گهوڙيءَ جي قيمت ضرور توکان
وٺندس نيٺ قاضيءَ کي فرياد ڏنائين قاضيءَ سوداگر کي ڪوٺايو
سوداگر پاڻ کي گونگو بڻايو جا جا ڳالهه قاضي ٿي پڇيس ته
تنهنجو جواب ئي ڪونه ڏنائين قاضي چيو ته گونگو آهي هنجو ڏ
ڪونهي فرياديءَ چيو ته سائين اوهان ڪئن ٿا سمجهو ته هي
گونگو آهي هن پريندئي مونکي چيو سو ته سني ڪن ڙشڪ آهي

گهوڙي پڙهان نه پڄاڻس هيڏو ٻاٺين پاڪي گونگو بڻايو
اٿس قاضيءَ چيس ته نادان ٿون ٻاڻ ٿي جڏهن هن جي منع
ڪرڻ بابت تبرلين ٿو تڏهن باقي سوداگر جو ڪهڙو ڏوهه آهي
نادان ٿي کرهتان آخر قاضي لوڏائي ڪڍيس ۽ سوداگر کي
موڪل ڏني. طوطي اها ڳالهه پوري ڪري خجسته کي چيو ته
ڳوڻو هاڻي دير نه ڪر وڃ ۽ وڃي پنهنجي معشوق سان مل
خجسته پڄندڙي پانيون ته وڃان ۽ پنهنجي معشوق کي ٻاڪو
ڀايان ايتري ۾ صبح ٿي ويو ۽ ڪڪڙن ٻانگ ڏني اُنهيءَ ڏينهن
سندس وڃڻ بند رهيو هوءَ بيت پڙهڻ لڳي.

اي صبح ڪر قياس ڪو — جو سڻائين اچايو ٿو

---

(رات ٢٠ داستان، هڪڙي زال جو جنهن ٻهانو ڪري
شينهن کان پنهنجو ساهه بچايو)

جڏهن سج لٿو ۽ چنڊ نڪتو تڏهن خجسته طوطي وٽ
موڪل وٺڻ آئي ۽ چوڻ لڳي ته اي حال پائي مون ٿي ڪو رحم
ڪر اڄ رات جلد موڪل ڏي ۽ جيڪي چوڻو هجيئي سو چئي
رت. طوطي چيو ته اي سردار مان ڇا چوان ٿو پاڻ ڏاهي
آهين. منهنجي نصيحت جو ٿوڪي ڪپ ڪونهي خدانخواسته
جيڪڏهن ٿوڪي ڪا آفت اچي ڪڙڪي ته اهڙو ٻهانو ڪجي
جهڙو هڪڙي زال شينهن سان ڪيو هو جنهنڪري آفت کان بچي
ويئي. خجسته چيو ته اُنجي ڳالهه ڪيئن آهي. طوطو چوڻ لڳو
ته اي سردار هڪڙي زال ڏاڍي ڪلهيڻي ۽ ٻڪبڪي هئي
هڪڙي ڏينهن مڙس ڪنهن ڏوهه ڪري چابڪ هنيس جنهن ڪري
سڄي زال پنهنجا ٻه ٻار ٻاڻان وٺي جهنگ منهن ڏيئي هلي
ويئي اوچتو هڪڙو شينهن ڏسڻ ۾ آيس جنهنڪي ڏسي ٻچي
دهلجي دل ۾ چوڻ لڳي ته مان ناحق پيارڪي رنج ڪري نڪتو
ڇڏي آيس هاڻي شينهن ٻچن، دوران ڪال ۾ اچي پيس، ٻچن هاڻي



هٿان ٻچيس، تہ ڪڏهن بہ گهر کان پير نہ ٻاهر ڪڍندس توڙيان آهي، پتارجي چئي ۾ رهندس نيت انهيءَ زال ٻهانو ڪري هينئن کي چيو تہ اي شينهن اوري اچ ۽ منهنجي ڳالهہ ٻڌ هينئن عجب ۾ پئجي هن زال کي چيو تہ ڇو ڇا ٿي چوين. زال چيو تہ اي شير هن جهنگ ۾ هڪڙو اهڙو وڏو شينهن آهي جنهن کان آدمي ۽ حيوان سڀ پيا ڪنبن ۽ بادشاهہ بہ اُنجي کائڻ لاءِ هر روز ٻہ چار ماڻهون موڪليندو آهي جنهن تہ اڄ منهنجو ۽ هنن ٻن ٻالڪن جو وارو آهي جي تنهنجي دل چوي تہ ٻئي ٻار مونکان وٺ ۽ ڪائي جهنگ مان ڀڄي وڃ تہ اٿي بہ هيڪلي ٿي پنهنجي واٽ وٺان. اها ڳالهہ ٻڌي شينهن چيو تہ اي بهادر عورت جڏهن تو مون سان سچو حال اوريو آهي تڏهن مونکي لازم نہ آهي جو توکي يا تنهنجي ٻارن کي هٿ هلايان ائين چئي شينهن هڪڙي ڏس جي واٽ ورتي ۽ هوءَ زال پڇتائي ٻارن سميت پنهنجي گهر آئي ۽ سڄي ڄمار پنهنجي پتارجي حڪم ۾ رهڻ لڳي- اها ڳالهہ پوري ڪري طوطي چيو تہ اي خجستہ هاڻي دير نہ ڪر ۽ پنهنجي معشوق وٽ وڃ..

يار کي سيني لڳائي پاڻ کي ڪربي ميار
ٻن وڇوڙي ئي وجهي گوندر ڪيي ڪر دل بهار

اها ڳالهہ ٻڌي خجستہ ٻانيون تہ وڃان ۽ حياتي جا مزا ماڻيان تہ ايتري ۾ صبح ٿي ويو ۽ ڪڪڙن ٻانگ ڏني جنهنڪري جندس وڃڻ بند رهيو تڏهن هي بيت پڙهي روئڻ لڳي-

من موهن تنهنجي وڇوڙي بت سڪائي ٻانب ڪيو
تو بنا نيڻن ڇڏي ننڊ هول دل خفتان ڪيو

(رات ٢١ داستان ڏکڙي شهزادي جو جهرو، ڏينہ رڃ ڏانگر کي
ڇڏايو ۽ بوءِ هنن بہ ساڻس پال پالايو

جڏهن صبح ٿيو ۽ چنڊ نڪتو تڏهن خجسته طوطي وٽ آئي ۽ چيائينس ته اي پکين اُهو ايمان ڪرر رتت ٿيندڙ جڏهن آءُ دلدار وٽ پهچنديس دل ته پيئي چوي وڃان پر وري اٿي سگهان ٿي خبر نٿي پوي ته نصيب ڪڏهن ياوري ڪندو افسوس ميلاپ ۾ هڪڙو نه پيو وڳهن اچيو پوي. طوطي چيو ته اي سردار هاڻي منهنجي دل شاهدي ٿي ڏئي ته تون پنهنجي محبوب سان جلدئي وڃي ملنديءَ پر هن سان دوستيءَ جا مڙيئي شرط پاڙج ۽ ڪنهن ڳالهه جي گهٽ گهاري نه ڪج جهڙيءَ طرح خالص ۽ مخلص هڪڙي شهزادي جي خدمت ڪئي هئي - خجسته پڇيو ته اُنهن جو قصو ڪئن آهي سو ٻڌاءِ - طوطي چيو ته اڳي ڏورهين پاسي جڏهن هڪ وڏي بادشاه جا اڏو ڪيو تڏهن چيٽ ۽ بخت جو ڏٺي وڏو پڌس ٿيو هن ڀانيون ته نديءَ پاڻ کي ماري وڃان تڏهن هو ويچارو نديءَ واجي بنو ۽ اُهو شهر ڇڏي ڀڄي ويو ۽ ڪن ڏينهن پڇاڙي هڪڙي ٻلاءِ کي وڃي پهتو اُتي ڇا ڏسي ته هڪڙي ڏيڏر کي نانگ جهليو بيٺو آهي ۽ ڏيڏر رڙيون ڪري پيو چوي ته-

يا الاهي هاڻ ڪو اهڙو ماڻهو اچي
جنهنجي واهر ساڻ شاهه آفت کان بچي

ڏيڏر جو اهو آواز ٻڌي شهزادي اهڙيءَ ڏمڪيءَ سان هڪل ڪئي جو نانگ ٻڌي ڏيڏر کي ڇڏي ڏنو ۽ ڏيڏر پاڻيءَ ۾ هليو ويو ۽ نانگ اُتي بيهي رهيو تڏهن شهزادي پنهنجي بدن مان ماس جو ٽڪر وڍي نانگ جي اڳيان وڌو ۽ نانگ ماس کڻي پنهنجي ماڳ وٽ آيو جڏهن هن اُهو ماس کاڌو تڏهن نانگ کي نانگڻ چوڻ لڳي هيءُ سوادي ماس ڪٿان آندو اٿيئي پوءِ نانگ سڀوئي احوال ٻڌايس ۽ نانگڻ چيس ته جنهن ماڻهوءَ تو سان اهڙو ٿورو ڪيو آهي تنهنجي توکي شڪرگذاري ۽ خدمت ڪرڻ گهرجي نيت نانگ ماڻهوءَ جي صورت ۾ ٿي شهزادي وٽ آيو ۽ چيائينس ته سائين منهنجو ارادو آهي ته اوهانجي

خدمت ۾ رهڻ شهزادي اها ڳالهه قبول ڪئي. ۽ هو ڏيڍر ٻه
نانگ جي واڳان ڇڏي رتورت ٿي پنهنجي ماڙيءَ ڏي رڻ ريڍر
سڀ احوال ماڙيءَ کي ٻڌايائين تڏهن ماڙيءَ چيس ته توکي لازم
آهي ته تون انهي شخص جي خدمت ۾ وڃي حاضر رهه نيٺ
ڏيڍر ٻه نانگ وانگي ماڻهوءَ جي صورت ۾ ٿي شهزادي وٽ
آيو ۽ چيائينس ته ساءِ منهنجي خواهش آهي ته اوهانجي
خدمت ۾ نوڪر ٿي رهان شهزادي انکي ٻه پنهنجي خدمت ۾
رکيو پوءِ اُهي ٽيئي ڄڻا ان لاهون هلي ڪنهن شهر ۾ پهتا
شاهزادي انهي اچي اُتيجي بادشاه کي عرض ڪيو ته قبلا
آءٌ اهڙو بهادر آهيان جو ڪي سر هڪ سؤ ماڻهن سان وڙهي
سگهان ٿو جيڪڏهن ڏهاڙي هڪ هزار رپيا پگهار مليم ۽ جنهن
ڪم لاءِ حضور جن حڪم ڏيندا سو ٻه اُهي مهل پورو ڪندس
بادشاه اُنجو عرض قبول ڪري کيس نوڪري ڏني شهزادو
هزار رپيا ڏهاڙي وٺندو هو تن مان هڪسو روپيا پاڻ خرچ
ڪندو هو ۽ ٻه سو خالص (نانگ) (مخلص) (ڏيڍر) کي
ڏيندو هو باقي رپيا ڏٽيءَ جي واٽ ۾ ڏيندو هو هڪڙي
ڏينهن بادشاه سير ڪندي درياءَ جي ڪنڌيءَ تي آيو ته اوچتو
بادشاه جي منڊي درياءَ ۾ ڪري پيئي ڪيتري ڳولا ڦولا ڪيائين
پر منڊي ڪانه لڌائين تڏهن شهزادي کي چيائين ته منهنجي
منڊي درياءَ مان ڪڍي اچ. شهزادي ٻڌي سڳنگين کي بادشاه
جو حڪم ٻڌايو انهي مخلص (ڏيڍر) چيو ته ساءِ اجهو ٿو منڊي
ڪڍي ڏيانو ائين چئي ڏيڍر ٿي درياءَ ۾ گهڙي پيو ۽ ٿوري
هٿي منڊي ڪڍي آيو شاهزادي منڊي کڻي بادشاه کي ڏني
بادشاه منڊي وٺي ڏاڍو خوش ٿيو. ڪن ڏينهن کان پوءِ
بادشاه جي ڌيءَ کي نانگ ڏنگيو حڪيمن گهڻيئي دوا
درمل ڪيا پر فائدو ڪونه ٿيو تڏهن بادشاه شهزادي کي چيو
ته اي وفادار منهنجي ڌيءَ کي چڱو ڀلو ڪر شهزادو اها ڳالهه
ٻڌي حيران ٿي ريو ۽ دل ۾ سنچ ڪرڻ لڳو. ته ٿي خالص (نانگ)

ڇيو ته مونکي ان نينگريءَ وٽ وٺي هلو ۽ ڪنهن مخفي جاءِ ۾ اسان ٻنهي کي وهاريو ته ڌڻيءَ جي فضل سان اڄ چڱو ڀلو ڪندو سانس شهزادي ٻنهي کي هڪڙيءَ ڪنڊ ۾ وهاري ۽ پاڻ ٻاهر نڪري آيو پوءِ خالص پنهنجو وات نانگ جي ڏنگ کي رکي زهر سڀ چوسي ورتو ۽ نينگري اُنهيءَ وقت چڱي ڀلي ٿي پيئي بادشاهزادي جو اهو ڪم ڏسي نهايت ئي خوش ٿيو ۽ پنهنجي نياڻيءَ جي شادي ساڻس ڪياءِ ۽ پڻ پنهنجو وارث ڪيائينس-شهزادو والي ڏاڍو خوش ٿيو شهزادي کي خوش ڏسي خالص ۽ مخلص عرض ڪيو ته قبلا هاڻي اسين موڪلايون ٿا شهزادي چيو ته ائين ڪئن؟ خالص چيو ته قبلا آءٌ اهو نانگ آهيان جنهنکي بدن جو ماس ڪاريو هيو ۽ مخلص چيو ته سائين آءٌ اهو ڏيڏر آهيان جنهنکي نانگ جي وات مان ڇڏايو هيو هاڻي پنهنجي پنهنجي گهر وڃڻ جو ارادو اٿون جو ٻار ٻچا ۾ سنڀاليندا هوندا تڏهن شهزادي خوش ٿي ٻنهي کي موڪل ڏني — طوطي هي قصو پورو ڪري خجسته کي چيو ته ساڻڻ هاڻي وڃ دير نه ڪر خجسته ٻڌندئي پانيون ته وڃان ۽ پنهنجي دلدار سان ملان ته ايتري ۾ صبح ٿي ويو ۽ ڪُڪڙن ٻانگ ڏني ۽ رهجي پيئي تڏهن هي بيت پڙهي روئڻ لڳي-

ڏند نيڻن ۾ پيو ۽ آب ڪان پرپور ٿيو
يار سرمي خاڪ قدمن سان سگهو ڪر ترت تون

[ رات ٢٢ داستان هڪڙي سوداگر جي ڌيءَ جي گم ٿيڻ جو ]

جڏهن شاهه لٿو ۽ چنڊ نڪتو تڏهن خجسته طوطي وٽ موڪل وٺڻ آئي ۽ اُٻاڻڪي ٿي ويني طوطي اُداس ڏسي چيس ته ساڻڻ تون اڄ رات جو ايتري قدر اُداس ٿي آهين؟

چڱو نه آهي جو لوڪن مان ڏسان هئن
ٿڌو چارو سڀهي ڪو ڏس ڪريان ڪئن

سوداگر ناليءَ انهيءَ ڏٺي ته انهن ڪڌن ڳالهه ۾ ڌڪ نه ڪر ۽
پنهنجي جيءَ کي جهوريءَ ۾ نه وجهه—

جواني ۽ جوڀن هئڻ سان به غم
عجب بلا آهي ستم ۾ ستم

خجسته جڏهن طوطي جي اها ڳالهه ٻڌي تڏهن هي بيت پڙهڻ لڳي.

ڇا ڇوان ڪجهه چيو نٿو سگهجي
صبر ۾ پڻ رهيو نٿو سگهجي

اي مٺا طوطا آءٌ راتوڪر انهيءَ فڪر ۾ آهيان ته منهنجو مٺو محبوب الاجي سياڻو آهي يا مورک. پڙهيل آهي يا ڏڏ. جي سياڻو آهي ته ساڻس دوستي رکجي ۽ جي مورک آهي ته اُنجي دوستيءَ کان موت چڱو آهي ڇاڪاڻ ته مورک سان سنگت رکڻ اهڙي آهي جهڙو پنهنجيءَ جند سان دشمني ڪرڻ انهيءَ کي رب به چيو آهي.

ڏونگر اُٿان ڪري پوڻ ۽ شينهن ڪرڻ چور
رب هي ڏک ڀلا ڄاڻ ڪر مورک سنگ نه مور

طوطي چيو ته اي خجسته تون هاڻي وچ ۾ هي نقل سوداگر جي ڌيءَ جي گم ٿيڻ جو ڪيس ٻڌائي ڏاهپ جي پرکه وٺينس جيڪڏهن ٿنهنجي سوال جو جواب پورو ڏيئي ته ڄاڻج ته سياڻو آهي نه ته سمجهج ته مورک آهي خجسته پڇيو ته اُهو نقل ڪئن آهي- طوطي چيو ته ساڳئڻ ڪابل طرف هڪڙي ڀاڳي سوداگر کي زهره نالي هڪ ڌيءَ ڏاڍي سهڻي هئي اُن سان شادي ڪرڻ لاءِ گهڻن ئي ماڻهن کي شوق هوندو هو پر هوءَ ڪنهن کي ڪين قبول ڪندي هئي ۽ پڇن ڪيو هوائين ته آءٌ اُنهيءَ سان پرڻبس جو عقل جو اڪابر ۽ هنر وارو هوندو ڪان جو اها ڳالهه جتي ڪٿي مشهور ٿي ويئي- ڪنهن ملڪ ۾ هڪڙا ٽي جوان هنر ۾ ڏاڍا پڙهيا ۽ پختا هوا سي ٽيئي سوداگر وٽ اچي چوڻ لڳا ته ساڻ ٿنهنجي نياڻي جيڪڏهن هنر وارو ۽

گهوڙي تي، ته اسين ٽيئي حاضر آهيون ۽ اسان کي پاڻ جهڙو
هنروارو دنيا ۾ ته ٻيو ڪو نه ٿو سمجهي. سوداگر پڇيائين ته اوهين
ڪهڙو هنر ڄاڻو ٿا. تڏهن اُنهن مان هڪڙي چيو ته آءٌ اهو هنر
ڄاڻان جو جيڪا شيءِ گم ٿي وڃي سا ڏسي ڏيان ۽ جتي هجي
سو هنڌ به ٻڌايان. ٻئي چيو ته آءٌ ڪاٺ جو گهوڙو اهڙو جوڙي
ڄاڻان جو مهتر سليمان جي تخت کان به پري اُڏامي اُتي
هلي. ٽئي چيو ته آءٌ تير چيٽو آهيان جو منهنجي تير سان
ڇٽيل ميوو جيڪو ڪائي سو ٻني ڇڏي ٻاهر نه وڃين. سوداگر
اهي ڳالهيون ٻڌي پنهنجي ڌيءَ وٽ آيو ۽ سڀ ڳالهه ڪري
چيائينس ته ڌيءَ چئو هاڻي ڇا ٿي چوين ڏيٽس انهنجي
ساره ٻڌي چيو ته بابا آءٌ ويچار ڪري سياڻي انهيءَ بابت
ورندي ڏيندس. اها ڳالهه ڪري ڇوڪر رات جو گم ٿي ويئي
پڻس ڪيتري تلاش ڪئي پر پتو ڪو نه پيس. تڏهن سوداگر
ٽرئين ماڻهوءَ وٽ آيو ۽ پڇيائينس ته سچ چئو ته منهنجي
ڌيءَ هتان ڪيڏانهن ويئي ۽ ڪٿي آهي؟ هن اها ڳالهه ٻڌي
ويچار ڪري چيو ته هنکي هڪڙي ٻري فلاڻي ڏونگر تي کڻي
ويئي آهي جتي ڪوبه وڃي نٿو سگهي. تڏهن سوداگر ٻئي کي
چيو ته ڪاٺ جو گهوڙو جوڙي هن ٽئي جوان تير چيٽو کي
ڏي ته هو اُن گهوڙي تي چڙهي وڃي ۽ ٻريءَ کي تير سان
ماري منهنجي ڌيءَ کي وٺي اچي. نيٺ هن ڪاٺ جو گهوڙو
جوڙي تير چيٽوءَ کي ڏنو جو اُن گهوڙي تي چڙهي انهي ڏونگر
تي ويو ۽ هڪڙيءَ کي تيرشان ٻريءَ کي ماري سوداگر جي ڌيءَ
کي وٺي آيو پوءِ ٽيئي جوان منجهس موهت ٿي پاڻ ۾ وڙهڻ
لڳا ۽ هرڪو چوي ته آءٌ پرڻجانس. آءٌ پرڻجانس—

طوطي ايترو نقل ٻڌائي خجسته کي چيو ته اها ڳالهه پنهنجي
مناري کي ٻڌائي پڇجانس ته هوءَ ڇوڪري هنن ٽنهي مان
ڪنهن کي ملڻ گهرجي؟ خجسته چيو ته اي مٺو ڀوريائين پهلا
ڀڙنکي ٿون ته ٻڌائي ڇڏ ته هوءَ ڪنهن کي ملڻ گهرجي ته آءٌ به
ته سمجهي ڇڏيان— طوطي چيو ته سائڻ اها انهيءَ کي ڪي ملڻ

گهربي جنهن پاڻ ٻڌي ۾ رکي پري ڪري ماري هڪ. آنده
طوطي هي نقل پورو ڪري چيو ته اي سردار هاڻي وڃ
۽ وڃي سائس ملاقات ڪر.

ورئي هي جواني ۽ موسم ڪٿي
غنيمت ڪري ڄاڻ هن مهل کي

خجسته ٻڌنديئي پاڻيون ته وڃان ته ايتري ۾ صبح ٿي
ويو ۽ ڪڪڙن ٻانگ ڏني تنهن ڪري سندس وڃڻ بند رهيو.
تڏهن هي بيت پڙهي روئڻ لڳي.

اي پيارا پرت وارا جاءِ نيڻن ۾ ڏيانئي
پيو نه ڪو اڄ ڏسان ۽ ٻي ته ڪا واهه ڏيکاريانئي

[رات ٢٣ داستان، هڪڙي برهمڻ جوجو بابلڪ بادشاه جي
ڌيءُ تي عاشق ٿيو

---

جڏهن سج لٿو ۽ چنڊ نڪتو تڏهن خجسته طوطي وٽ
موڪل وٺڻ آئي ۽ چوڻ لڳي ته اي سياڻا ۽ وفادار چئو
هاڻي جلد موڪل ڏي ته وڃي محبوب سان ملان
طوطو چوڻ لڳو ته اي خجسته اڄ توکي سڀني کان رات
موڪل ڏيان ٿو ڇو ته تنهنجي نصيب جو ڏوهه آهي جو توسان
واهر نٿو ڪري چڱو اڄ جلد وڃ ۽ وڃي پنهنجي محبوب سان
مل پر پنهنجي هيءَ نصيحت ياد رکج ته جو ڪم ڪرين سو اهڙي
ڪج جنهن ڪري ڪنهن آفت ۾ نه پوين بلڪ ڪجهه فائدو
پرائين جيئن هڪڙو برهمڻ بابلڪ بادشاه جي ڌيءُ تي عاشق
ٿيو ۽ تجويز سان معشوق مال اسباب سميت هٿ آيس ۽
ڪنهن آفت ۾ نه ڦاٿو. خجسته پڇيس ته اها آکاڻي ڪيئن آهي
طوطو چوڻ لڳو ته ڪنهن وقت ۾ هڪڙو صورت جو سهڻو ۽
سياڻو برهمڻ زماني جي گردش کان پنهنجو شهر ڇڏي بابلڪ

ملڪ ۾ رهي هڪڙي ڏينهن ڪنهن باغ ۾ وڃي گلن ۽ غنچن جي سير ڪرڻ لڳو ته اوچتو بابلڪ بادشاه جي ڌيءَ به انهي باغ ۾ گلن ڦلن ۽ چمن جو سئير ڪندي تي آئي ته هنن ٻنهي جي نظر هڪ ٻي تي پيئي ڏسڻ سان ئي ٻنهي هڪ ٻئي تي موهت ٿي پيا عشق جو شعلو ٻنهي طرفن ڏانهن محبت جي چڪ وڌائڻ لڳو

-بيت-

ٻنهي کي ڪيو عشق بي اختيار
محبت هٽي دل ڪين بيقرار

ٻن چئن گهڙين کان پوءِ ٻئي پنهنجي پنهنجي گهر اچي بيقرار ٿيڻ لڳا نيٺ برهمڻ هڪڙي جادوگر کي گڏهو ستائي هنکان مدد ورتي ۽ جادوگر هڪڙو حڪمت جو مهرو جوڙي هن برهمڻ کي ڏنو ۽ چيائينس ته هي مهرو جيڪڏهن مڙس پنهنجي وات ۾ وجهي ته زال سمجهڻ ۾ اچي ۽ جي زال وجهي ته مڙس سمجهڻ ۾ اچي ائين چئي هن جادوگر پاڻ کي برهمڻ جي روپ ۾ آندو ۽ هن برهمڻ کي برهمڻي جي صورت ۾ آڻي بابلڪ بادشاه وٽ وڃي چوڻ لڳو ته مهاراج جي جي هيجي قبلا منهنجو پٽ رسي الاجي ڪيڏانهن هليو ويو آهي هي سندس زال آهي جيڪڏهن هنکي ٻن چئن ڏينهن لاءِ پنهنجي گهر ۾ جاءِ ڏيو ته انهيءَ وچ ۾ آءٌ پنهنجي پٽ کي ڳولي وٺي اچان بابلڪ اها ڳالهه قبول ڪري هن برهمڻيءَ کي پنهنجي گهر ۾ رهڻ لاءِ جاءِ ڏني ۽ برهمڻ (جادوگر کي ڪجهه خرچ ڏيئي موڪل ڏناءِ ۽ هن برهمڻيءَ کي پنهنجي ڌيءَ وٽ وهاريائين ٿوري طرح ٻئي محب پاڻ ۾ چڱي پر مليا-

اي خجسته ڏٺي ته ڪهڙي حڪمت سان هن جادوگر برهمڻ کي سندس محبوب وٽ پهچايو - پوءِ هوءَ برهمڻي ڇوڪريءَ کي گهڻو پيار ڪرڻ لڳي ۽ هڪڙي ڏينهن پڇڻ لڳس ته تنهنجو رنگ ڇو ڏينهون ڏينهن هيئر ڦيندڙ ٿو رهي ؟ ائين

مان رات ڏينهن ڳوڙها پيا ڳارين؟ سچ چؤ ته ڪنهن سان دل لڳي اٿئي جا هن ڇوڪريءَ پانيون ته، هن کان پنهنجو حال الي وڃان پر برهمڻيءَ چالاڪيءَ سان چيس ته آءٌ ڄاڻان ٿي، ته تون ڪنهن تي موهت ٿي آهين جيڪڏهن مون سان حال ونڊين ته آءٌ تنهنجو پلو پيٽي ڪريان تڏهن ڇوڪريءَ پنهنجي حقيقت هن ريت ٻڌايس، ته آءٌ هڪڙي برهمڻ لاءِ حيران پريشان آهيان ۽ پنهنجي جوانيءَ جا ڏينهن اُنجي غم ۾ پيئي ڪٽيان تنهن تي هو برهمڻ جو برهمڻي جي ويس ۾ هو سوچڻ لڳس ته جيڪڏهن تون انهيءَ برهمڻ کي ڏسين ته هوند سڃاڻيندين؟ هن چيو ته بيشڪ سڃاڻنديس تڏهن هن اُهو جادوگريءَ جو مهرو وات مان ڪڍيو ته موٽي اصلوڪي صورت ۾ آيو ۽ هن سڃاڻي خوب ڀاڪر پاتس کيترن ڏينهن پڄاڻا پاڻ ۾ صلاح ڪري چوڻ لڳا ته، هاڻي هتي رهڻ چڱو نه آهي گهرجي ته هن ملڪ مان نڪري ڪنهن ٻي ملڪ ۾ هلي بي فڪر ٿي رهون اهو ٺهراءُ ڪري بابلڪ جي ڏيءُ ڳچ جواهرات کڻي پوءِ ٻئي اڌرات ويلي محل مان نڪري ڪنهن ٻئي ملڪ جي راهه وٺي هليا ۽ اچي هڪ شهر ۾ سهڙيا ۽ بازار جي منهن تي هڪڙي چڱي جاءِ وٺي اُتي رهي دل جي سڌ پوري ڪرڻ لڳا چوڻ لڳا

صبح جي مهل طعام سان سڪمي
رات ڪلفام جام سان سڪمي
عاقبت جي خبر خدا ڄاڻي
حال هت ڪي وڻون مزا ماڻي

جڏهن بابلڪ هنن ٻنهيءَ کي اتي نه ڏٺو تڏهن ڏاڍي ر وسواس ٿيس کيترن کي ڳولا ڳولا ڪياءِ پر پتو ڪونه پيس. جا ڪاڻ ته هو اُن ملڪ مان نڪري ڪنهن ٻئي سرحد ۾ ويا هوا. طوطي هيءَ آکاڻي پوري ڪري چيو ته سائڻ هاڻي سگهو وڃ ۽ وڃي محبوب سان ملي دل جا غم ڪٽ. خجسته اڃان پانيو ته وڃان ۽ حياتيءَ جا مزا ماڻيان ته ايتري ۾ صبح ٿي ويو ۽

ڪڪڙن ٻانگ ڏني انهي ڏينهن به سندس وڃڻ تي نه گهير
ئڏهن هي بيت پڙهي روئڻ لڳي.

ساهه نڪري هاڻ جيڪر ذڪر ڏهري ڪان ڇڏان
تو ٻنا جي ڇا ڪريان اهڙي جيئڻ کي ٻن وجهان

[ رات ٢٤ داستان بابلڪ بادشاهه جي پٽ جو هڪڙي عورت ]
تي موهت ٿي قربان ٿيڻ ۽ وري جيئرو ٿي سڀي
۽ ڏر جو جهڳڙو ڪرڻ.

---

جڏهن شاج لٿو ۽ چنڊ نڪتو تڏهن خجسته طوطي وٽ موڪل وٺڻ آئي ۽ چوڻ لڳي ته پرين ارادو اٿم ته اڄ پنهنجي معشوق وٽ وڃي سندس عقل پرکيان جي سچڻ هوندو ته ساڻس دوستي رکنديس نه ته پاڻ پليڻنديس ڇاڪاڻ ته ڏاهن چيو آهي ته ٽن شخصن سان سنگت نه رکجي ۽ انهن جي دوستي تي ڀروسو نه ڪجي "هڪڙي عورت جي دوستي ٻيو ڇڙ ڪرن جي سنگت ٽيو مورکن جي پريت" نادان جي دوستي کان دانا جي دشمني چڱي آهي. طوطي چيو ته اي سردار جيڪي پرين تي سوچ آهي هاڻي اجرات هڪڙي آکاڻي پنهنجي سرت کي وڃي ٻڌاءِ ۽ جواب پڇيس جي ورندي پسندءِ جڙي ڏيئي ته سياڻو ۽ سچاڻ سمجهجانس نه ته جاڻج ته اجاڻ ۽ مورک آهي. خجسته چيو ته اهو ڪهڙو نقل آهي جو ڪائنس پڇان.

طوطو چوڻ لڳو ته هڪڙي وقت بابلڪ بادشاهه جو پٽ ڪنهن مندر ۾ ويو ۽ اُتي هڪڙي ڇوڪري ڏٺائين جا ڏاڍي سهڻي هئي. ڏٺي عاجز جهڙي سونهن بخشي هيس هنڪي ڏسندي ئي بابلڪ جي پٽ جا ڏند ڇپڻ سان لڳي ويا ۽ مٿس موهت ٿي پيو دل اندر مندر ۾ وينتي ڪرڻ لڳو قسمت چڱي جو ڪجهه ڏينهن بعد سندس شادي به اُن ڇوڪري سان ٿي ۽ هو پاڻ ۾ خوش



گذارڻ لڳا جي شادي کي هڪڙو مهينو گذريو ته هڪڙي ڏينهن اُن ڇوڪريءَ ۽ سندس پيتار کي ڇوڪريءَ جي ڀيءُ ڀاڻوٽ پنهنجي گهر ڪوٺايو گهوٽ پنهنجي ڪنوار پاڻ سان وٺي اُٿي هليو ۽ هڪڙو برهمڻ جو ڏيئي کان سندس دوست هو سو به ساڻس گڏ ويو جڏهن هو ڇوڪر اُنهي مندر وٽان اچي لنگهيو جتي هن ڪنوار کي پهرياءِ ڏٺو هو ۽ سکا جا ڪئي هوءِ ساڃا ياد پيس تڏهن هيڪلوئي هيڪلو مندر ۾ لنگهي ويو ۽ وڃي پاڻ قربان ڪيائين! ٻاهر ڏسندي ڏسندي برهمڻ مندر ۾ اندر ويو جان ڏسي ته مار! ٻالڪ جو پٽ مئو پيو آهي ۽ سسي ڌڙ کان ڌار ٿي پيئي اٿس اها حالت ڏسي دهلجي ويو ۽ چوڻ لڳو ته جي آءٌ جيئرو وينديس ته جهان سمجهندو ته هن ماريو اٿس ڇا ڪاڻ ته هتي ٻيو ڪو به ڪونه آيو نيٺ ڪُٺيون کائي کائي پنهنجو سر ڌڙ کان ڌار ڪيائين گهڙي کن کان پوءِ اُها ڇوڪري به مندر ۾ اندر ويئي ۽ هنن ٻنهي جي حالت ڏسي وسماند ۾ پئجي ويئي ۽ چوڻ لڳي ته هاءِ هاءِ هيءُ ڪهڙو رڻ! ائين چئي ڀانيائين ته آءٌ به پيتار جي مڙهه کي ڀاڪر پائي ستي ٿيان ته ايتري ۾ آڪاس مان آواز آيو ته اي ستڻ ٺهر! ٺهر! ٺهر!!! سسيون ڪٺي سندن ڌڙن سان لڳاءِ ته ٻئي هينئر جو هينئر جيئرا ٿي اُٿن. هوءَ اهو آواز ٻڌي خوش ٿي ۽ تڙ تڪڙ مان پنهنجي پيتار جي سسي برهمڻ جي ڌڙ تي ۽ برهمڻ جي سسي ڀُلجي پنهنجي پيتار جي ڌڙ تي رکيائين ته ٻئي سندس اکيان جيئرا جاڳندا اُٿي کڙا ٿيا. پوءِ ٻالڪ جي پٽ جي سسي ۽ برهمڻ جي ڌڙ جو اچي پاڻ ۾ معاملو لڳو سسي چوي ته منهنجي استري آهي ۽ ڌڙ چوي منهنجي آهي.

طوطي اها ڳالهه پوري ڪري خجسته کي چيو ته جيڪڏهن پنهنجي دلدار جو عقل پرکڻو اٿئي ته اها ڳالهه ٻڌائي پڇجانس ته هوءَ زال سسي کي ملڻ گهرجي يا ڌڙ کي.

خجسته چيو ته اي پري پهرياءِ تون ته ٻڌائي ڇڏ ته

کنهن عورت اِني طوطي چيو ته سسي حقدار آهي اُن ڇوڪري
جي - خجسته قصو ٻڌي وڃڻ جو ارادو ڪيو ته اينري
۾ پرهه ڦٽي لڳي ڏينهن به سندس وڃڻ بند رهيو تڏهن هيءُ
بيت پڙهي ۽ روئڻ لڳي - بيت-

ملڻ جي رات مونکي ٿي سڪائي
وڇوڙي جو صبح هر هر ستائي
وڃان ڪيڏانهن ڪريان ڪيئن واه ناهي
ڪڏهن من بخت راضي ٿي رهائي

[رات ۲۵ داستان هڪڙي بهادر زال جو جنهن هڪ بد معاش کي سخت سيکت ڏني]

-<<<<<<<[ornament]>>>>>>>-

جڏهن سج لٿو ۽ چنڊ نڪتو تڏهن خجسته طوطي وٽ موڪل
وٺڻ آئي ۽ چوڻ لڳي ته اي طوطا اڄ هيئن هن ڳالهه سان
ٿو چاهيان ته جي دلدار وٽ وڃان ۽ هو رنج ٿيڻ ڪري ڪنهن
سختي ڪري ته ٻوء آءٌ ڇا ڪريان-

طوطي چيو اي سردار عجب آهي ته تو عمر ۾ هن بهادر
عورت جي ڳالهه نه ٻڌي آهي جنهن هڪ بد معاش کي سخت سيکت
ڏني هئي خجسته پڇيو ته اها ڳالهه ڪئن آهي سا ٻڌاءِ-

طوطي چيو ته اي شاهه هڪڙي غريب ۽ ٻاجهاري سپاهي
واري زال ڪنهن سبب سانگي پرديس ۾ ويئي ۽ مسافرخاني
۾ وڃي لٿي هنجي سونهن ڏسي هڪ بدمعاش مڪر ڪري اچي چيس
ته مائي هن مسافرخاني ته سامهون هڪ جيڪا جاءِ ڏسين ٿي
ٿي سا چڱي آهي اتي ٻيا به گهڻا مسافر لٿل آهن مطلب هو
بد معاش هنکي ڪنهن طرح ربي اُن جاءِ ڏانهن وٺي ويو
هوءَ اشراف زال جڏهن اُتي پهتي تڏهن هو بدمعاش هن
اشراف عورت سان هٿا چوهي ڪرڻ لڳو زال بهادر هئي
ڪنهن سر ...انگر نه ڪري يڪدم خنجر ڪڍي بدمعاش کي

ڏيکاريو ۽ آواز ڪري بدمعاش کي ڀڄڻ کان وٺي مرو ٿو ٿي ڦٿو ته هو ڏاڍو عاجز ٿيڻ لڳو بدمعاش جا ٻيا ساٿي عورت کي سر بهادر ڏسي ڀڄي ويا- آخر اُن زال هنکي زخمي ڪري ۽ ڪيس سخت سيڪت ڏيئي پنهنجا ... ٽريان ڪرائي—

طوطي چيو ته اي خجسته ڏني ته ڪئن هن بهادر عورت هنکي زخمي ڪري سخت سيکت ڏني پوءِ خجسته هٿيار پنهوار پهري دلدار ڏانهن وڃڻ لاءِ تيار ٿي ته پره ڦٽي پرڀات ٿي ٿڌهنڪري وڃي نه سگهي هئي بيت چئي زارون زار روئڻ لڳي-

ڏيهاڻان سڄڻ سان ڪڏهن ٿي وصال
وڇوري وره دل ڪئي پائمال

(رات ۲٦ داستان هڪڙي بادشاه جو جو سوداگر جي
ڌيءَ ٽي عاشق ٿيو ۽ اُنجي فراق ۾ مري ويو

—◇—

. جڏهن سج لٿو ۽ چنڊ نڪتو تڏهن خجسته دوست جو خيال دلتان لاهي طوطي وٽ آئي ۽ چوڻ لڳي ته اي حال پائي ٽوٽان قربان آهيان ڏاهن چيو آهي ته بي لڄي جو ڪنهن وٽ به آبرو ڪونهي ۽ جنهن زال کي شرم حياءُ ڪونهي سا به بي لڄي آهي تنهن ڪري مان هاڻي اهو خيال ڪيو آهي ته ڪٿي مات ڪريان ۽ ڪنهن ڌاري مڙس سان سينڌ نه رکان ۽ نه ڪنهن جي گهر وڃان.-

اوڙي جي جستجو ٽان آدمي ڦٽ ٿا وڃن
مان پنهنجي لاءِ ماٺون ساه صدقو ٿا ڏين

طوطو چوڻ لڳو ته اي خجسته سچ ته هيءَ آهي جو ٽو جهڙي سياڻي مون اڄ تاءِ ڪانه ڏٺي. ڳالهه ته برابر چئي اٿيئي ۽ -

جن اکين ۾ شرم آهي سي هيئڙر پيار يون لڳن

جي ڦلا پيا سي نٿيون ڪم اچن. جوت جي وڻي ڏکه ٿيون ڪن پر اُنهر هيءَ انديشو به آهي ته جي سانت ۾ رهندينءَ ته هڪڙي بادشاه وانگي ساه نڪري ويندءِ- خجسته چيو ته اهاڪ

قصو ڪئن آهي سو مونکي ٻڌاءِ. طوطو چوڻ لڳو ته، ڪنهن شهر
۾ هڪڙو سوداگر ڏاڍو ڀاڳيو ۽ آبروءِ وارو هو. وٽس ڪيترائي
هاٿي ۽ گهوڙا هوا. اُنکي اهڙيءَ حسين ۽ سوڀيا واري ڌيءَ هئي
جنهنجي سونهن جي سيني شهرن ۾ هاڪ هئي ۽ ڪيترائي ماڻهو
سندس صورت ڏسڻ ۽ ساڻس شادي ڪرڻ لاءِ مشتاق هوا.
مگر پڻس هٺيلو هو ڪنهن کي به پنهنجو مٽ نه سمجهندو هو.
جڏهن هوءَ پوري جوڀن ۾ آئي تڏهن پڻس اُنهي ملڪ جي
بادشاه وٽ وڃي عريضي ڪئي ته هن غلام کي اهڙي حسين
ڌيءَ آهي جنهنجي گفتگو ڪان بلبل کي ۽ هلڻ ڪان ڍيل کي
وهڪ ٿي وڃي. ۽ سندس ڳالهين ٻڌڻ لاءِ پکي هوا مان هيٺ
لهيو اچن ۽ مست ۽ چريا ٿيو پون جي حضور جن کي قبول
هجي ته ٻانهين وانگي ٿي گذاري چوته اوهانجي لائق آهي
۽ انهي ڪري اءُ به پنهنجي نيات ۾ اڳين ڪان وڌو ليکبس.
بادشاه اها عريضي ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو ۽ پنهنجن چئني
وزيرن کي حڪم ڪياءِ ته اوهين فلاڻي سوداگر جي گهر وڃو
۽ سندس ڌيءَ کي ڏسو جيڪڏهن اسانجي لائق هجي ته جلد
اچي ٻڌايو. بادشاه جي حڪم تي چارئي وزير هن سوداگر
جي گهر ويا چوڪريءَ جي شڪل ڏسنديئي حيران ٿي ويا ۽
چوڻ لڳا ته بادشاه جيڪڏهن اهڙي سهڻي ۽ سوڀيا وان
چوڪريءَ سان شادي ڪندو ته چريو ٿي پوندو ۽ رات ڏينهن
وٽس ويٺو هوندو پوءِ ته ملڪ جو پيروئي سير ٿي! تنهن ڪري صلاح
ڪيائون ته بادشاه کي هنجي تعريف نه ڪجي اها ڳالهه ٺهرائي
بادشاه وٽ اچي عرض ڪيائون ته قبلا حضور جن سنديس سونهن
جي جهڙي هاڪ ٻڌي هئي تهڙي بلڪل نه آهي انهيءَ ڪان
وڌيڪ حسين ته سائينءَ جي محلات ۾ گهٽيون آهن بادشاه
اها ڳالهه ٻڌي خيال لاهي ڇڏيو پوءِ سوداگر اُها چوڪري
انهي شهر جي ڪوتوال کي پرڻائي ڇڏي هڪڙي ڏينهن اُها
چوڪري پنهنجي گهر جي ڇت تي ويٺي هئي ته بادشاه جي

لانگھاءُ ڏيو ۽ ڇوڪريءَ کي نگھاءِ پنھنجي ويس ڏسڻ سان ٿي حيران ٿي رهي: جڏهن ڪچهريءَ ڏي موٽيو تڏهن وزيرن کي چيائين ته اُها ڇوڪري ته ڏاڍي حسين آهي پوءِ اُن کي ڇا ڪيو؟ ڇا ڪيو ڪيڏو ڪوڙ ڪيو وزيرن عرض ڪيو ته قبلا اهان گنهگارن اُنهيءَ وقت هي خيال ڪيو ته اسانجو بادشاهه جيڪڏهن هھڙي حسن واري زال سان شادي ڪندو ته سندس محبت ۾ سڄي ملڪ جي ڪاروبار وسري ويندس ۽ بادشاهي جو ڪندو وٺي خلاص ٿي ويندو ۽ رعيت ناس ٿي ويندي بادشاهه سندن اهو جواب ٻڌي کين معافي ڏني پر پاڻ اُنجي عشق ۾ بيمار ٿي پيو ۽ هي بيت پڙهڻ لڳو— بيت

اي صبا منهنجي سڄڻ کي نياز سان نياپو ڏجانءِ

نيهن تنهنجي گھايو مرهم پٽي هٿ سان ڪجانءِ

اهو حال ڏسي وزيرن سمجھيو ته هي اڪيلي ڪنهن ڏينهن مري ويندو تڏهن عرض ڪياءِ ته قبلا ڪوتوال کان اُها پاڻ وٺي دل جي مراد پوري ڪريو. بادشاهه چيو ته آءٌ هن ملڪ جو بادشاهه آهيان ۽ اھڙو نيچ برو ڪم ڪين ڪندس ڇا ڪاڻ ته بادشاهن ۽ ٻين کي لازم آهي ته آهي جو نوڪرن ۽ رعيت تي ايڏو ظلم ڪن ۽ پنهنجي اُن زورائي ڏيکارين اها ڳالهه ڌڻيءَ ۽ انصاف کي بلڪل قبول نه آهي! نه آهي!! نه آهي!!! ٻڌو اٿوَ ته ” ظلم قائم آهي مگر ڪندڙ قائم نه آهي“ جيڪو ظلم ڪري ٿو سو نيٺ بڇڙن حالن کي پنهنجي خدائي قهر هيٺ اچي ٿو — ” آه غريبا قهر خدائي “ —

اي وزيرو ساهه ڏان آسرو ڪٽندس مگر برو ڪم هرگز نه قبوليندس— قصو ڪوتاهه ته بادشاهه پنهنجي چڱي خيال تي قائم رهي اُنجي ڏک ۾ پران ڏياڳيا— طوطي هي قصو پورو ڪري خجسته کي چيو ته جيڪڏهن تون صبر ڪندينءَ ته انهيءَ بادشاهه وانگي ساهه ڏيو ويندءِ ۽ چڱو آهي ته هينئر وڃي ڏيکا

ڏيکي ڪري ڏکہ ڪٿي شڪ ماڻي اچ- خجستہ اھا ڳالھ ٻڌي پاڻيون تہ محب ڏي وڃان ۽ تہ اينري ۾ صبح ٿيو ۽ پکي مٿي لات لنوڻ لڳا تنھن ڏينھن بہ سندس وڃڻ بند رھيو تڏھن ھي بيت پڙھي ۽ روئڻ لڳي-

ھاءِ ڪھڙو فراق وجھ پيو- مون مٿي ۽ سان ڪلور قھر ٿيو

[ رات ٢٧ داستان ڪڙي ڪنيار جو جنھن ڳالھ ]
ڪچي ڪري وڌي.

---

جڏھن سج لٿو تڏھن خجستہ شوڪارا پرينءَ ڏي اکين مان پاڻي ڳاڙيندي طوطي وٽ موڪل وٺڻ آئي ۽ چوڻ لڳي تہ اي طوطا مون ٻڌو آھي تہ ھڪڙي غريب اعرابيءَ ڪنھن شاھوڪار کي وڃي چيو تہ مڪي ڏانہ وڃان ٿو شاھوڪار پيسہ تہ پلي وچ سگھو اُسہ. تڏھن جواب ڏنائين تہ واٽ جو خرچ ڪونھي شاھوڪار چيس جيڪڏھن خرچ ڪونھيئي تہ نہ وڃ ڪنگال تي فرض نہ آھي. اعرابيءَ چيو تہ آءٌ اوھان ڪان پيسا گھرڻ آيو آھيان ۽ نہ فتوي پڇڻ- اي مٺو آءٌ سڀڪنھن رات توڪان موڪل وٺڻ اچان ٿي ۽ نہ بيفائديون ڳالھيون ٻڌڻ— انھن ڳالھين ڪان آءٌ توتي رنج ٿيندي‌س. اھا ڳالھ ٻڌي طوطو ٻنو تہ مٿان مونکي بہ "مينا" وانگر ماري وجھي تنھن ڪري سندس خوشامد ڪري چوڻ لڳو تہ اي منھنجي مٺي سردار - تون ھن مسڪين ٻچي تي رنج معاف ڪر ۽ ھن غلام جي عرض ۽ آڪاڏين ڪان ڪني نہ ٿيءُ ڪا چڱي ڳالھ ڪنھن ڏينھن ڪنھن کي ڪم ٿي اچي تڏھن خجستہ چيو تہ اي طوطا چڱو ھاڻي ٻڌ تہ اجوڪي رات تمام اونداھي آھي ۽ آءٌ ھيڪلي وڃڻ ڪان ڊڄان ٿي صلاح ڏي تہ پنھنجي ٻانھيءَ کي پاڻ سان وٺي وڃي ھن آسائتي دلدار وٽان ٿي اچان؟ طوطو ٻڌنديئي ڪنڌيپن شان چالاڪي پٺي چوڻ لڳو تہ اي سردار ڌڻيءَ جي واسطي

اهڙو ڪم نہ ڪجِ. خبردار پاڻيءَ کي پاڻ سان نہ وٺي وڃ
متان ڪٿي ڪچو ڪري وجهي. سردار تو شايد ڪنيار جو
قصو ڪين ٻڌو آهي جو اهڙيون ڳالهيون ڪرين ٿي خجستہ پڇيو
تہ اُنجو نقل ڪئن آهي. تڏهن طوطو چوڻ لڳو تہ هڪڙو ڪنيار
ٺوٺي ڪري ڦٽجي پيو هو ۽ اوهي ڦٽ چڙهڻ بعد ٺڪرارين جي
گهاو وانگر ٿي نظر آيا. اتفاق هو پنهنجي ملڪ مان لڏي ٻئي
بادشاهيءَ ۾ ويو ۽ اتي وڃي لشڪر ۾ نوڪري ڪيائين. بادشاه
جو هنجي بدن تي نشي وارا گهاءَ ڏٺا سو سمجهيائين تہ هي ڏاڍو
پهلوان آهي. سو کيس لشڪر جو منهن دار ڪري رکيائين اتفاق اُن
بادشاه کي پيو دشمن ڪاهي آيو. بادشاه ڪنيار کي هشيار
ڪيو تہ جهڙو سورهون آهين تهڙو وڃي ويڙهہ تي لڙج. تڏهن ڪنيار
چوڻ لڳو تہ بيشڪ هو ڏانهن دشمن جا جاسوس منهندار
وٽ آيا ۽ اچي حال احوال ورتائون سو هي ڪنيار پنهنجون ڦٽن
جي سچي ڳالهہ ڪري ويٺو. بادشاه کي جلد خبر پهچي ويئي ۽ پيو
پهلوان منهدار رکي دشمن کي شڪست ڏنائين. طوطي هي قصو
پورو ڪري چيو تہ ڏٺيءَ ڪچن جو حال خبردار متان انهيءَ
کي وٺي وڃين. هيڪلي وچ خجستہ اها ڳالهہ ٻڌي پاڻيون تہ
هيڪلي وڃي مزا ماڻيان تہ ايتري ۾ صبح ٿيو ۽ ڪڪڙن ٻانگ
ڏني ۽ وڃي نہ سگهي تڏهن هي بيت چئي روئڻ لڳي.

مُتل کي ملڻ لاءِ ڪڏهن آءٌ ويندس
صاحب کي ملڻ لاءِ اڃان ڪيترو ستائبس

(رات ٢٨ داستان گدڙ جي ٻچي جو شينهن ۽ شينهڻ وٽ پلجڻ)

جڏهن سج لٿو تڏهن خجستہ مردانو لباس پهري طوطي
وٽ موڪل وٺڻ آئي طوطي کيس مرداني ويس ۾ ڏسي
ٿي ڏنو ۽ چوڻ لڳو تہ اي سردار پاڻي آئين - چڱو ڪيئي جو
هڙي اونداهي رات جو مرداني ويس ۾ آئين جس تنهنجي
ماءُ کي. جڏهن ٻوڪي ڇڏيندي سردار تنهنجي ڏاهپ جو مٿ ڪرڻ

ڪونهي. اڄ هڪڙو چئون منهنجو ڇوڪرو يار هتان اُڏاڻو ٿي
ويو موڪي پڇيري ۾ ڏسي هيٺ لٿو ڳالهين ٻولهين بعد هڪڙو
عجيب نقل ٻڌايائين - خجسته چيو ته اُهو نقل مون کي ٻڌاءِ -

طوطي چوڻ لڳو ته هڪڙو شينهن ۽ شينهڻ ٻن ٻچن سميت
ڪنهن جهنگ ۾ رهندا هوا. هو هڪڙي ڏينهن بکائجي آنهيءَ جهنگ
۾ شڪار لاءِ سڀئون ڏينهن لڳو گهٽا ڏکڙا ڏنائين ۽ ڏاڍيون وڙولون
ڏنائين پر شڪار ڪونه لڳس تڏهن لاچار پنهنجي گهر ڏي موٽيو
ته واٽ تي ڏٺائين ته هڪڙو گدڙ جو ٻچڙو اڪيلو ٻوٽيل تن چئن
ڏينهن جو ڄاول پيو آهي ۽ ڪينهون پيو ڪري. شينهن ڏاڍو
خوش ٿيو ۽ اُنکي کڻي پنهنجي ماديءَ وٽ آيو ۽ چوڻ لڳو ته
آءٌ نر آهيان جيڪڏهن ٻه چار ڏينهن پيا ٻه نه ڪائيندس ته م
حرڪت ڪانهي ۽ تون مادي آهين جي اڄ لنگهڻ ڪيئندين ۽
ته سانجهيءَ جو ڪِي مري ويندين ۽ تنهنڪري هي ٻچڙو تون کائي
ٻچن کي کير ڪراءِ. هن ورندي ڏني ته تون نڙ هڙو هنيانو
جو ڏاڍو ٿي نٿو کائيندس سو آءٌ ته ڀلا مادي نرم دل پنهنجن
ٻچن واري سو ٿياس ڪري ڏس ته ڪيئن هنکي کائيندس.
ڪڪ ڪنهنجي ٿي نه باهه ڏجي - هيٺ پنهنجي هيانو ٿي ڌرجي

جي چوڻ ته هن ٻچيءَ کي پنهنجن ٻچن وانگر نپايان
شينهن چيو ڇڱو- نيٺ شينهڻ هن گدڙ جي ٻچڙي کي پنهنجن
ٻچن سان گڏ پاليو ڪن ڏينهن ڪان پوءِ هو ٽيئي ٻچا وڏا ٿيا
۽ هو شينهن جا ٻچا گدڙ جي ٻچي کي پنهنجو وڏو ڀاءُ سمجهندا
هوا ۽ پاڻ ۾ راند روند ڪندا هوا. هڪڙي ڏينهن هو ٽيئي
جهنگ ۾ گهمڻ ويا ۽ اوچتو پريان هاٿي ڏسڻ ۾ آين تڏهن
شينهن جا ٻئي ٻچا اُمالڪ ڏانهس ڊوڙيا ۽ گدڙ جو ٻچو ٻچي
ڪنهن وڻ هيٺ لکي ويٺو شينهن جي ٻچن پنهنجي وڏي
ڀاءُ کي لڪندو ڏسي پاڻ به لڪي پيا ۽ هڪڙي ڪن ۾ گڏجي
گهر آيا اهو حال ماءُ کي ٻڌائڻ لڳا تڏهن ماءُ چيئن ته، ٻچا!
گدڙ جو ٻچو ڪئين بهادري ڪندو — طوطي اها آکاڻي پوري

ڪري خجستہ کي چيو تہ هاڻي اُتي پنهنجي دلدار وٽ وڃ ۽ وڃي ساڻس مزا ماڻ خجستہ پانيون تہ وڃان ايتري ۾ اڇو صبح ٿي ويو ۽ پکي ٻولڻ لڳا ۽ وڃي نہ سگهي تڏهن هي بيت پڙهي روئڻ لڳي-

بيت

اُپرند وسج جئن ٿو وڃي لئن ڳڙن ڳوڙها ڳيل
اي صبح ٿرسي اُپر رات پنهنجا پيڙ جهل

[ رات ٢٩ داستان هڪڙي امير ۽ ناڳہ جو ]



جڏهن سج لٿو ۽ چنڊ نڪتو تڏهن خجستہ گريبان ڦاري اکين ۾ ڳوڙها آڻي طوطي وٽ آئي ۽ چوڻ لڳي تہ اي منهنجا مٺا پيارا ڇتون مون نٿي ڄاتو تہ عشق کو اهڙو جنجال آهہ جو جيئڻ بہ بيزار آهہ. دل دکيئي. برهہ جي باھ مچي ٿي. محبت جن کي ماري سوز ۾ ستائي ٿي. اي پرين پڪ ڄاڻج تہ آءٌ اُن فراق ۾ ڳري مري ويندس اڄ ڪنهن بہ ريت هن گهر ۾ نہ رهندس ۽ ضرور پنهنجي صاحب وٽ وينديس توهين بہ جلد موڪل ڏيندم- طوطو خجستہ کي اڄ سخت بيقرار ڏسي ڏاڍو ڏنو. ساھ جو سانگو بہ ٿيڻ لڳس پر همٿ جهلي چيائينس تہ اي منهنجي مٺي سردار مونکي نهايت افسوس ۽ ڏک آهہ جو منهنجي روزبروز موڪل ڏيندي بہ تنهنجو نصيب توسان ياوري نٿو ڪري. ڏٺيءَ ڪان ائين گهران ٿو تہ تون پنهنجي” دک ميٽيندڙ دوست سان هل جلد گڏجين ”ڇڱو هاڻي سنبر ٿرس نہ وڃي پريئن سان گڏج پرائين ڳالهہ ياد رکج تہ ڪنهن دشمن تي اعتبار نہ ڪج نہ تہ اهڙي آپدا ۾ پونديءَ جهڙي ۾ هو اميرزادو پيو - خجستہ پڇيو اها ڳالهہ ڪيئن اهي-

طوطو چوڻ لڳو تہ هڪڙي ڏينهن ڪو امير جهنگہ ۾ شڪار ڪرڻ ويو. اُتي هڪڙو ناڳہ پريان پڇند ڪنبندو وٽس آيو ۽ ...ڻ لڳو تہ اي امير ڏ... ...طي مونکي پناھ ڏي

ڏ آءُ لڪان جو دشمن مارڻ لاءِ پٺيان پيو اچي. منهنجي ساڻ
ٻر رکپال ٿيءُ- اميرکي کهل پئجي ويئي ۽ ٻانهوڙي ۾ لڪائي
ڇڏيائينس ته ڪنهن ماڻهو به لٽ ڪٽ. اُتي آير : چوڻ لڳو ته نانگ
ايڏانهن پڄي آيو آهي اميرچيو ته ادا مون ڪونه ڏٺو اُتي
سن گهڙي ڳولا ڪئي جڏهن ڪونه لڌائين تڏهن پنهنجي گهر جو
رستو ورتائين گهڙي ڪن ڪان پوءِ امير نانگ کي چيو ته تنهنجو
دشمن هليو ويو هاڻي تون هليو وڃ نانگ چوڻ لڳو ته اي امير
ڏڙڪي ڏنگي پوءِ ويندس ٻي تنهنجي ڳالهه به نه ٻڌندس اميرچيو
ته ائين وري ڪيئن نانگ چيو ته آءُ تنهنجو دشمن آهيان
اميرچيس ته اي نانگ مون توسان ڀلائي ڪئي آهه تون
مون سان برائي نه ڪر نانگ چيو ته ٻڇڙن سان چڱائي ڪرڻ
اهڙي آهي جهڙي چڱن سان بڇڙائي ڪرڻ. امير ڏاڍو ٻڌو
پر ٻ ول ڪري چيائينس ته اي نانگ پيو هڪڙو نانگ اچي ٿو
تون منهنجي ٻانهن مان نڪر ته ٻئي هلي اُنکان پڇيون جي
هن تنهنجي ڳالهه قبول ڪئي ته پوءِ جئن وڻيئي تئن ڪج —
نانگ اميرجي اها ڳالهه ٻڌي سندس ٻانهن مان ٻاهر نڪتو-
اتي اميروجهه وٺي هڪڙو پهڻ اهرو مٿي ٿي هنيس جو هو
مري ويو- ايترو چئي چتون چيس ته سردار هاڻي ڪسر نه
ڪر وڃ ۽ وڃي منزل شان ملي موجون ماڻ — خجسته ٻانيون
ته وڃان ته ايتري ۾ صبح جا نشان نظر آيا تڏهن روڪجي
پيئي ۽ چياءِ ته-

اي ڪڪڙا ڄ جي ڪٿي ڏسانءِ
ته ڏندن سان ڪڇو ڪرتي ڇڏيانءِ

[ رات ۳۰ داستان سپاهي ۽ سوناري جو ]

جڏهن صبح لٿو ۽ چنڊ نڪتو تڏهن خجسته وهنجي منهنجي
[illegible] هار سينگار [illegible]





لڳي ته اي حال پائي جيڪڏهن اڄ منهنجي حال تي ٻاجهه ڪرين ۽ موڪل ڏين ته عمر ڀر تنهنجو احسان مڃيندس مثل دلدار جي جدائي گهڻو ماندو ڪيو آهي بدن کي ڳاري وڌو آهي -

طوطي چيو ته اي سردار توکي پلي وچ پر هيءَ ڳالهه ياد ڪج ته پنهنجي دل جو ڳجهه ڪنهن کي نه ٻڌائج نه ته اهڙو هلاڪ ٿيندين جهڙو هو سونارو ٿيو هو- خجسته چيو ته اُنجي حقيقت ٻڌاءِ - طوطو چوڻ لڳو ته ساڳڻ هڪڙي سپاهيءَ ۽ سوناري جي پاڻ ۾ ڏاڍي صحبت هوندي هئي هڪڙي ڏينهن اُنهيءَ سپاهيءَ اشرفين جي ٿيلهي پريل لڌي کولي ڳڻيائين ته منجهس ايڪاسي اشرفيون هيون جي ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو ۽ ٿيلهي کڻي سوناري وٽ آيو ۽ چوڻ لڳس ته يار منهنجا وڏا نصيب آهن جو رستي مان هيترو سارو مال لڌو اٿم آخر اها ٿيلهي سوناري وٽ امانت رکيائين ڪن ڏينهن پڄاڻان سوناري کان اُها ٿيلهي اچي گهريائين پر سونارو چوڻ لڳس ته اي سپاهي هيءَ ڇا ايتري لاءِ دوستي رکي هيئهِ اڄ ڪوڙي تهمت رکي چور ٿو چوين مون توکي پنهنجو سچو دوست ڄاتو هو ائين ڪين ڄاتو هوم ته تون دشمن ٿي لڳندين نيٺ سپاهي لاچار ٿي قاضيءَ وٽ فرياد ڪيو - قاضيءَ پڇيس ته انهيءَ ڳالهه جو ڪو شاهد آهئي- سپاهيءَ چيو ته سائين شاهد ڪونهي خير قاضيءَ سوناري ۽ سندس زال کي گهرائي ڪيترا دلاسا ڏنا پر هو صفا الي ويا پوءِ قاضيءَ ٻي ڪمري ۾ وڃي هڪڙي صندوق ۾ ٻن سپاهين کي ويهاري ڇڏيو (صندوق ۾ هواءِ جون جايون هيون) ۽ سوناري کي چيو ته سچ چوندا ته سپاڻي توکي سزا ڏيندس - ايترو چئي پاڻ اندر هليو ويو ۽ هو اُٺي ٻوڙيا پيا هوا جڏهن اڌ رات ٿي تڏهن سوناري کي جوءِس چيو ته جيڪڏهن ٿيلهي ڏنءِ هجانو ته مونکي ٻڌايو ته ڪٿي رکي آهي نه ته ٿيلهي جي بجاءِ سزا ملي اُن مان ڪهڙو سود تڏهن سوناري چيو ته منهنجي ڪنڌ جي هيٺان پوري پيئي آهي- اها ڳالهه اُنهن صندوق ۾ لڪل

شپاهين به ٻڌي جڏهن صبح ٿيو تڏهن قاضيءَ هنن ٻنهي سپاهين کان پڇيو ته رات هنن زال مڙس ڪهڙيون ڳالهيون ڪيون. شپاهين جيڪي ٻڌو سو ساڳيو سان چئي ٻڌايائون پوءِ قاضي اُنان اُها ٿيلي ڳهرائي سپاهيءَ جي حوالي ڪئي ۽ سوناريءَ کي سخت سيکت ڏني - طوطي اها ڳالهه پوري ڪري خجسته کي چيو ته سردار پنهنجو ڳجهه ٻي کي نه ٻڌائج چڱو هاڻي جلد وڃ ۽ وڃي منٺار سان ملي جواني جا مزا ماڻ- خجسته اها ڳالهه ٻڌي پانيون ته وڃان ۽ پاڻکي دلدار وٽ پهچايان ته اينتري ۾ پره باڪون ڪيون جنهنڪري وڃي نه سگهي ۽ ارمان ۾ پرجي پنهنجي محل ۾ واپس ويئي-

[ رات ٣١ داستان هڪڙي پاڳتي سوداگر جو

جنهن کي پيريءَ ۾ پٽ ڄائو ]

جڏهن شج لٿو ۽ چنڊ نڪتو تڏهن خجسته هار سينگار ڪري طوطي وٽ موڪل وٺڻ آئي ۽ چوڻ لڳي ته اي مٺو رات وهامندي ٿي وڃي خبر نه آهي ته اڃان ڪڏهن تون منهنجي حال تي رحم کائي مونکي منهنجي پرين وٽ وڃڻ ڏيندين-

اچي مل يار هڪوار، ته گونڌ غم سيو ڪٽجي

وڇوڙو ورهه ڦوڙائو وصل ميلاپ سان مٽجي

اڙادو اٿم ته اڄ اڌي رات وٽس وڃان تنهن وچ تون ڪو نيڙو چڱڪو ٻڌاءِ- طوطو چوڻ لڳو ته اي خجسته ڪنهن شهر ۾ هڪڙو سوداگر ڏاڍو پاڳيو هو پرٻيءَ ڪنهن ڳالهه جي ڪمي ڪا نه هيس پر اولاد ڪيس ڪونه هو جنهن ڪري نهايت دلگير هو ۽ اچي دل ۾ پور پيس سو سڀ ئي مال متاع ڌڻيءَ جي نالي تي غريبن غربن کي ڏيڻ لڳو ۽ رات ڏينهن ڌڻيءَ جي بندگيءَ ۾ مشغول ٿيو. هڪ رات جڏهن ننڊ ۾ ستل هو تڏهن هڪ پير مرد اچي دلداري ڏنس ۽ چيائينس ته اي سوداگر دل

درويش دلگير نہ ٿي ڏاڍيءَ ٻاجهہ ڪري توکي هڪ پٽ ارجمند ڏيندو. ائين چئي پير مرد غائب ٿي ويو ڏاڍيءَ جي قدرت سان ٿورن ڏينهن ۾ سوداگر جي زال کي اُميدواري ٿي ۽ نينگر ڄائو جو نهايت خوبصورت هو ۽ سوداگر ڏاڍيءَ جا گهڻا شڪرانا ڪرڻ لڳو نينگر جڏهن وڏو ٿيو ۽ سڀني علم مان واقف ٿيو تڏهن پڻس هڪ حسين زال سان سندس شادي ڪئي پر نينگر عياشي ٿي پيو سوداگر گهڻوئي هنکي سمجهايو پر هو ڇوڪر عيش عشرت ۾ لڳي ويو نيٺ سوداگر هن جهان فانيءَ مان ڪوچ ڪيو. هيءُ عياشي جوان ڏاڍيءَ جي قدرت سان آخر هڪ چڱي ماڻهوءَ جي سنگت ۾ آيو تڏهن اکر کليس ۽ پيءُ جون ڳالهيون ياد پيس پوءِ تہ غريبن ۽ محتاجن تي ڏاڍو مهربان ٿي رهيو. ايترو چئي چتونءَ خجستہ کي چيو تہ اي سردار اُٿہ هاڻ وڃ وڃي پريئہ سان پرچ - خجستہ اجان مٿي نهاريو تہ اڇو صبح نظر آيس تڏهن وڃي نہ سگهي ۽ هيءُ بيت چئي زارو زار روئڻ لڳي—

-بيت-

ڇا ڪريان مان هاءِ وس نہ هليئو ڪو مون
ڪئن ڪريان ڪاڏي وڃان چارو نہ چليم ٿو ڪو مون

[رات ٣٢ داستان ڏکڙي آسائو مسڪين جو جو پنهنجي]
ڪوشش سان دلي مراد کي پهتو



جڏهن سج لٿو ۽ چنڊ نڪتو تڏهن خجستہ نهايت سبز پرجي طوطي وٽ موڪل وٺڻ آئي ۽ چوڻ لڳي تہ اي چتون مون ٻاربار پئي توکي ستايو آهي مگر افسوس اٿم تہ تون منهنجي وڃڻ ۾ آرهو رهي هڪ نہ ٻيءَ طرح رونکي رات گذاري ٿو ڇڏين. طوطي چيو تہ سائڻ ڪهڙو ڏائڻ هوندو جو تنهنجي ڪم ۾ آڏو ايندو هوندو. تون پنهنجي دلي مراد کي شل جلد ماڻيندينءَ جهڙيءَ طرح" هڪڙو آسائو غريب پنهنجي

ڪوشش سان دلي مراد کي وڃي پهچندو“ خجسته چيو ته اها ڳالهه ڪٿي آهي پر اڄ رات کان اڳي ختم ڪري ٻڌاءِ. چتون چوڻ لڳو ته سائڻ هڪڙو مسڪين جو اڃان ٨ ورهن جو هيو ته هنجو پيءُ ماءُ چلي رهيا هنڪي اُن پيءُ ماءُ ڏاڏان پيو ڪوبه مٽ مائٽ هوئي ڪونه. ڪنهن جي ٻڪري ڪير وڃهي ڳاهه ويچارو مسڪين خيال ڪرڻ لڳو ته هاڻي هتي پيو منهنجو ڪير آءُ جهر جهنگ جهاڳيندو ڪنهن شهر ۾ آيو ۽ اچي هڪ ديوان شاهوڪار وٽ نوڪري ڪرڻ لڳو سڀ ڪم سچائيءَ سان ڪرڻ لڳو جنهنڪري شاهوڪار جو مٿس ڏاڍو پيار ٿي ويو ۽ هن اُن کي علم به پڙهايو جنهنڪري وڏيڪ ڪارائتو ٿيڻ لڳو اُن مسڪين کي اها ڏاڍي آس هئي ته شادي ڪريان ۽ ٻار ٻچا ڏسان ڏٺيءَ اڳيان ٿي اها التجا ڪرڻ لڳو ”مالڪ مهربان آهي“ شاهوڪار به مٿس مهربان هو سو آخر سندس شادي به ٿي مسڪين ڏاڍو خوش ٿيو ۽ ڪجهه مدت بعد کيس نينگر به ڄايو ڏٺيءَ جا لک لک شڪرانا ڪرڻ لڳو. ايترو چئي چتونءَ چيو ته اي خجسته اُٿ هاڻي وڃ ۽ وڃي پنهنجي مٺي مٺار سان ملي مزا ماڻ.

خجسته پانيو ته هاڻ وڃان ته پره ڦٽي پرڀات ٿي. تڏهن روئي روئي چوڻ لڳي ته ——

بيت

ڇا بندي جي من وسي ڇا وٺي صاحب ڪريم
دل ڪئي گل کان وڇوڙي ترس ڪر مالڪ ڪريم

(رات ٣٣ داستان فضفور بادشاه جو روم جي شهزاديءَ
تي عاشق ٿيڻ ۽ اُن سان پرڻجڻ جو)

---

جڏهن سج لٿو ۽ چنڊ نڪتو تڏهن خجسته نهايت پريشان ٿي ڏاڍا ساهه کڻندي ماتمي پوشاڪ پهري طوطي وٽ آئي ۽ چيائينس ته اي طوطا مون بزرگن کان چوندو ٻڌو آهي ته عشق ملڪ الموت به آهي ۽ سچائڻ اوچتو آفت به ڪري.

چوندا اٿس- اي طوطل انهيءَ ڪمبخت عشق منهنجا حال به اهڙائي ڪيا آهن جا منهنجي دل کي خبر آهي پاڻيان ته هٽائنس پڻ ٻه سانت ڪري ويهي رهان. اُهو سون ئي ٿورڙيو جو ڪن چڻي- طوطو چوڻ لڳو ته شائڪ چوڻ ۽ ڪرڻ ۾ ڏاڍو ڦيرو آهي ڇاڻ ته ڪردن و گفتن تفاوت دارد-

ڦير ڦوري عشق جو جنهنکي لڳي- زندگاني زهر ٿي تنهنکي لڳي

اڳين نه هجي ها ته روم جي شهزادي به جيڪر مڙس ئي ڪين ڪري ها جا ورهين جا ورنه مڙس جي نالي کان وٺندي ٿي ويئي پر نيٺ مڙس جي شبيه کي موهت ٿي مڙس ڪياءِ- خجسته پڇيو ته اُنجو قصو ڪئن آهي ۽ طوطو چوڻ لڳو ته چين جو بادشاه فغفور نهايت ڏاهو ڪو جوان هو ۽ سندس وزيرن مان هڪڙو وزير ڏاڍو سياڻو هوندو هو. بادشاه هڪڙي ڏينهن پنهنجي محلات ۾ ستو پيو هو ته اُن سندس وزير کنهن نهايت ئي بادشاهي ضروري ڪم جي صلاح مصلحت لاءِ ڪيس اُٿاريو بادشاه جاڳندي ئي هٿيار کڻي سندس پٺيان ڪاهي پيو پر وزير ڀڄي وڃي کنهن ماڻهوءَ جي گهر پناه ورتي- بادشاه غضب ۾ ڀرجي ڪچهريءَ ۾ اچي تخت تي ويٺو ۽ ڪوڏن کي هٿ هڻي بي اختيار ٿي روئڻ لڳو امير ۽ اُمرا ئين اهو حال ڏسي عرض ڪيو ته قبلا حضور جن کي ڇا ٿيو آهي. اسانکي ته خبر ڪانه ٿي پوي ڪجهه ته فرمايو تڏهن ڇياءِ ته آءٌ هيئنر ننڊ ۾ هوس ۽ خواب لڌم ته ڪنهن بادشاهت ۾ ويو آهيان ۽ اُتيجي شاهزاديءَ سان محبت پيو ونديان ته انهيءَ وچ ۾ هن ڪمبخت وزير اچي خواه مخواه مونکي جاڳايو ۽ حيا کي وڃائي ڪري ڏني- اها ڳالهه ٻڌي هنن مان هڪ امير عرض ڪيو ته قبلا اها شاهزادي ڪيتريءَ اوستاجي ۽ ڪهڙيءَ صورت جي آهي تڏهن بادشاه شوڪارا ڀري چيو ته-

وڇوڙي کان ڇڏائي شاد ڪر تون
ان درد کان مونکي آزاد ڪر تون

امير جو تصويرن ۽ نقش ڪڍڻ ۾ چالاڪ هو سو بادشاه سان حالي حوالي
ٿي ويو، اُن شڪل موجب تصوير چٽڻ لڳو جڏهن تصوير ڪڍي رهيو تڏهن
شهر جي ٻاهران وڃي ايندڙ مسافرن کي اُها تصوير ڏيکاري، ڏسڻ
لڳو ته ادا مسافرو جي اوهان اهڙي صورت ڪٿي ڏٺي ٻڌي
هجي ته ٻڌايو پڇندي پڇندي ڪيترن ڏينهن بعد هڪڙو سيلاني اچي
اُتان لانگهائو ٿيو هن جڏهن اها تصوير ڏٺي تڏهن چيائين ته اِن
صورت کي مون ڏٺو آهي امير سندس ڏاڍو شڪرگذار ٿيو پوءِ
هن سيلانيءَ چيس ته اها صورت روم جي شهزاديءَ جي آهي پر هوءَ
ايتري سوڀيا هوندي به شادي نٿي ڪري بلڪ مرس جي نالي
کان وڳن ٿي وڃي چو ته هڪڙي وقت هوءَ شهزادي محلات
دريءَ ٻاهران وڃي باغ جي گلڪاريءَ جو سير ڪيو ته اُنهيءَ
باغ ۾ مور جي هڪڙي جوڙي پکين اُن تي وڃي آرو ڪيو ته
ايتري ۾ باغ کي اچي آگ لڳي ۽ هو مور باه جي ڌوڪان لاچار
ماديءَ کي ڇڏي پاڻ آکيري مان اُڏامي ڀڄي ويو ماديءَ ڪيترو ئي
چيس ته اي مور مونکي هن آفت ۾ نه ڇڏ جيڪڏهن مون تي
مهرباني نٿو ڪرين ته هنن آنڊن جو قياس ڪر مگر مور ٻڌو
اڻ ٻڌو ڪري اُڏامي هليو ويو ۽ مادي اُنن جي موهه ڪري اُتي
رهجي جلي وئي شهزادي مور جي بيوفائي ڏسي شاديءَ جو
خيال لاهي ڇڏيو آهي. امير هنجي اها ڳالهه ٻڌي ڏاڍو خوش
ٿيو ۽ بادشاه کي اچي عرض ڪيائين ته قبلا اوهان جنهن شهزاديءَ
کي خواب ۾ ڏٺو هو تنهنجو پورو پتو ڪڍيم، اڄ بادشاه اها
خوشخبري ٻڌي ڏاڍو خوش ٿيو ۽ چوڻ لڳو ته اي امير اجهو
ڪنهن ماڻهوءَ کي روم ڏانهن موڪل امير عرض ڪيو ته قبلا
جيڪڏهن حڪم ٿئي ته آءٌ وڃان ۽ تجويز ڪري اوهانجي
تصوير شهزاديءَ کي ڏيکاريان ته جئن اوهين سپني ۾ سندس
صورت ڏسي موهت ٿيا آهيو تئن هوءَ به اوهانجي سڃاڻپ
ڏسي موهجي پئي نيٺ اهو امير بادشاه کان موڪلائي

وڃي روم ۾ پڌرو ۽ پاڌڙي مشهور ڪيائين ته اُهو هشيار تصويرون ٺاهيندڙ
ڪيندڙ آهيان جڏهن اها خبر شهزادي جي ڪن
پهتي ته هڪڙو هشيار تصويرون ڪيندڙ هن شهر ۾ آيو آهي
جنهن جهڙو نه ڪڏهن ڏٺو نه ٻڌو تڏهن شهزادي چيو اُنکي
مون وٽ وٺي اچو ته هو منهنجي محلات ۾ اچي نقش بندي
ڪري آخر اهو امير شهزادي جي محلات ۾ ويو ۽ اُتي اچي
پنهنجي بادشاهه جي تصوير نهايت ئي بهتري سان بيٺل ۽ قوه جواني
جي شڪارگاهه سميت ڪيائين شهزادي اها تصوير ڏسي حيرت ۾ پئجي
چوڻ لڳي ته هيءَ تصوير ڪنهنجي آهي. امير عرض ڪيو ته اي شهزادي هيءَ
تصوير چين جي بادشاهه فغفور جي آهي ۽ هي سندس شڪارگاهه
آهي ۽ هي هرڻ ۽ هرڻن جا ٻچڙا آهن هڪڙي ڏينهن بادشاهه
پنهنجي ماڙيءَ تي مٿي بيٺو هو ۽ پري رڻ پٽ ڏانهن پئي
نهاريائين ته ايتري ۾ اُتي هڪڙي طرف کان اوچتو پاڻي جي
چڙ وهندي آئي ۽ برسات وڻ ۾ هرڻ هرڻي ٻچن سميت ويٺا
هو چڙ کي ڏسندي هرڻي ساهه جي ڊپ کان ٻچن ۽ هرڻ کي
ڇڏي اُتي ڊوڙي ڀڳي هرڻ ڪيترائي سڏ واڪا ڪيس ته اي
هرڻي بيوفا نه ٿي ڪرس ته هنن ٻچن کي به وٺي هلون ڪجهه
رحم ڪر. مگر هرڻي ٻڌو ان ٻڌو ڪري الاجي ڪيڏانهن ڀڄي
ويئي ۽ هو هرڻ محبت ۽ پيار سببان ٻچن کان نه وڇڙيو اُن
چڙ ۾ ٻڏي مئو. اي شهزادي بادشاهه جنهن ڏينهن کان هرڻيءَ
جي اها بي مروتي ڏٺي آهي تنهن ڏينهن کان وٺي شهزادي
ٽان ته دل ئي کڻي ڇڏي اٿس ۽ عورت جي نالي کان به سخت
ڪوهه پري پيو ڀڄي شهزادي جڏهن هيءَ ڳالهه پنهنجي حال
جهڙي ٻڌي تڏهن چيائين ته اي تصوير جا ڪيندڙ منهنجو
بادشاهه جو احوال هڪجهڙو آهي. مون مرد کي بي رحم
نردئي ڏسي مڙس ذات تان پاڻ ٻليو ۽ هن بادشاهه وري هرڻيءَ کي
بي وفا ڏسي عورت ذات تان دل کڻي آهي جيڪڏهن منهنجي
شادي شاڌس ٿئي ته ڪهڙو عجب آهي پوءِ ٻئي ڏينهن شهزادي

چڙهڻ تي راضي رهي. پنهنجي زير ڇپن ڏانهن موڪليو.

طوطي هي تصوا يستاده اٿي خجسته کي چيو ته اي بيگم تون جوين ٿي ته يار سان دوستي جي پڇر ڇڏي ڏيان جيڪڏهن اها ڳالهه، ڪنهن کان ڇڏجي سگهي ها ته جيڪر هوءَ شهزادي چين جن بادشاه سان شادي ڪين ڪري ها ۽ ها ٿي انهيءَ ڳالهه ڏان لهي وڃ ۽ پنهنجي صاحب سان ملي عيش عشرت ڪر. خجسته اها ڳالهه ٻڌي اچان پانيون ته وڃان، ته ايتري صبح ٿي ويو ڪنهن ڏينهن به سندس وڃڻ ٿي نه سگهيو ڪڏهن هي بيت پڙهي روئڻ لڳي-

رات جوجي مري وڃان ها مان
ته اکين سان صبح ڏسا ها مان
هاڻي ڪنهنکي وڃي ڇوان هي حال
ڪن پانيان فراق ۾ ٿي سال

[ رات ٣٤ داستان طوطي جو خجسته کي هڪ زال
جي ڪهاڻي ٻڌائڻ ]

---

جڏهن سج لٿو ۽ چنڊ نڪتو تڏهن خجسته خوبهار سينگار ڪري ڳهه ڳٺا پائي اکين ۾ ڪجل وجهي سونهري پوشاڪ پهري سڄڻ جي سڪ ۾ پرپور ٿي طوطي وٽ موڪل وٺڻ آئي ۽ چوڻ لڳي ته اي طوطا مون ٻڌو آهي ته عبدالعزيز نالي هڪڙو بادشاه نه رات جو سمهندو هو نه ڏينهن جو آرام ڪندو هو نيت ڪنهن شخص پڇيس ته قبلا انجو ڪهڙو ڪارڻ آهي بادشاه چيو ته جيڪڏهن رات جو سمهان ته ڌڻيءَ جي عبادت ٿي نه سگهي ۽ جي ڏينهن جو آرام ڪريان ته رعيت بگڙي رهي ڪنهنکري ٿي رات ڏينهن جو سمهڻ ڇڏيو اٿم سو منهنجو ۾ اهوئي حال آهي ۽ انهي ٿي تبي ۾ اهيان ته جي دلدار رت رچان ته پتار ڪان نت ڪڏان ۽ جي پتار جي نهر رهان!

ته دلدار جي دوستيءَ جي پڇڙ ڇڏيان ٿنهنڪا ڇگو هئڻ آهي ته پنهنجي ڪان ڪوشش ڪريان ۽ آبروءَ ۽ عزت سان هڪڙي ڪوشي ۾ ويهي رهان- اها ڳالهه ٻڌي طوطي ڪلي ٿهڪ ڏنو جو دل ۾ سمجهائي ته خجسته اهو رڳو پاهريون مڪر موزمان تي ڪري نه ته هوءَ سچ پچ ته عشق ۾ ايتري قدر گرفتار ٿي ويئي آهي جو هنڪي ڪا به سوجهه ئي ڪانه ٿي پوي ٿنهنڪري چيائينس ته اي سردار عشق بيشڪ جنجل آهي انهيءَ ۾ رتي ماتر به شڪ نه آهي ٿون عشق ۾ ڦٿجي منڊس شڪار ٿي پيئي آهين پر سائڻ هن ڪم ۾ جيترو سنڀالي هلجي اوترو وڌيڪ چڱون آهي چالوائين ڪين ٻڌو آهي

عشق پنهنجو گهر ڇڏائي. ٿو رلائي دربدر

بادشاهن کي پلائي ٿو رلائي دربدر

سردار جي سچ پچ ٿنهنجو رايو اهو برابر آهي ته ڪنارو ڪجي ته مبارڪ نه ته به هيءَ غلام ٿنهنجي ڪم ۾ دل وجان سان ڪوشش ڪرڻ لاءِ تيار آهي - خجسته اٿي ڦيرو ڪائي چوڻ لڳي ته اي پرين ٿوڪي لائق نه آهي جو ٿون موٽکي هر روز رات جو هڪ نه ٻي ڳالهه ٻڌائي ٿو سائي ٿو ڇڏين. ٿڏهن طوطي چيس ته اي خجسته ٿون ماڪب ڏي بيشڪ وڃ پر هٿيا و پهري وڃ خدانخواسته ته وقت سر اُن زال وانگي ڪم ايندءِ خجسته چيو ته اهو ڪئن- طوطي چيو ته سائڻ هڪڙي زال ئي ڪنهن ضروري ڪم سانگي پنهنجي ڳوٺ مان نڪري ٣ ميلن جي مفاصلي تي ٻي ڳوٺ ڏانهن وڃڻو پيو زال جڏهن ڏيڍ ميل ڪن پنڌ ڪيو ته ٻن ڌاڪن اچي چيس ته اي عورت ڪيڏانهن هلي آهين پيسا ڪڍي ٻاهر ڪر نه ته ماري وينديءَ زال سيا ٿي هئي سو ظاهر ڏکي ڏکي چيائين ته هان هيءَ پيسا اٿو پرمهرباني ڪري ٻئي اٿي اڏو اڏ ڪري ور اهيو ڌاڪو جڏهن ٿي ويهي پيسا ڳڻڻ لڳا تڏهن يڪدم هن عورت همت ڪري پنهنجي کي خنجر هٿي گهائي ڇڏيو پوءِ پنهنجي کي هڪ وڻ سان ٻڌي ٻڌي ونهي مار ڏنائين

طوطي ايترو چئي خجسه کي چيو ته سائڻ هاڻي وڃ ۽ وڃي



هٿيار ٻڌي محبوب سان ملڻ خجسته پيا يون ته گهر وچي هٿيار ڦري محبوب سان ملان ته اچو صبوح ٿي ويو — تڏهن هوڪارا ڀري چيائ ——

بيت.

محبوب سان ملڻ لاءِ الاجي ڪڏهن ٿيندو ويلو
ساڄن تون ڪندين شل جلد اسانجو ميلو
خدا ڏيا ملائيندي هل اسانجو ڀاڻ ۾ ميلو
تڏاريون هال هڪ ٻي سان مٺو ميلو
سڄڻ ساءِ تنهنجي سڪ ۾ ٿي گذاريان
گهڙي گهڙي پل پل ۾ ٿي توکي پڪاريان

بس ائين چئي تڏا هوڪارا ڀري هاءِ هاءِ ڪري پلنگ تي پئجي رهي ۽ ڪرامت ۾ ننڊ اچي ويس ۽ وري جڏهن ها ڳ ٿي تڏهن مٺي دلدار جي سڪ. صنيار ۾ وڌس ۽ يڪدم اُٿي همت منهن ڌوئي محبوب ڏي هلڻ لاءِ تياري ڪيائين -

( رات ۳۵ داستان هڪڙي بادشاهه جو تصيران جي )
شهزادي تي عاشق ٿيڻ ۽ آن سان پڻجڻ ۽ اُنجي
اڳتي پٽ کي قتل ڪرڻ جو حڪم ڏيڻ

جڏهن سج لٿو ۽ چنڊ نڪتو تڏهن خجسته نهايت سوز ۾ ڀرجي طوطي وٽ موڪل وٺڻ آئي ۽ چوڻ لڳي ته اي طوطا آءٌ سيڪڙن رات تو وٽ اچان ٿي ۽ پنهنجي بيقراري جو احوال ٻڌايان ٿي پر تون ڪوبه ڀال نٿو ڀلائين ۽ نه سچي دل سان موڪل ٿو ڏين. —— اي طوطا تون منهنجي ڦٿيل دل کي ايترو لوڻ نه ٻرڪ ۽ مون ستايل کي ايترو نه ستاءِ مهرباني ڪري اڄ جلد موڪل ڏي ته وڃي محبوب سان ملان - طوطو چوڻ لڳو ته اي خجسته اڄرات بيهڪ رچ ۽ وڃي پنهنجي مٺي دلدار سان مل.

دنيا سڀ الڪي جو الڪي ٿي رهي
مگر يار جو وصل شل نيپه ٿئي

هر روز صحبت سان بي شراب. دليون ٿيون داغ سان ڪر خراب
مگر ياد رکج ته مون کان سواءِ ڪنهن ٻي کي انهيءَ ڳجهه جو ڪڙڪ
پئجي وڃي ته تون به اهڙو رٿ ڪج جهڙي نصيران جي
شهزادي ڪئي هئي. خجسته پڇيو ته اُنجي ڳالهه ڪئين آهي
طوطو چوڻ لڳو ته اڳين ڏينهن نصيران جي بادشاهي جي ويجهو
هڪڙي ٻي بادشاهت شيران نالي هئي هڪڙي ڏينهن شيران
جي وزير بادشاه کي چيو ته قبلا نصيران جي ڌيءُ اهڙي سهڻي
آهي جنهنجي ڳالهه ڪرڻ جي نه آهي ڪڏهن اهڙي دل موهيندڙ
سونهن ڏٺي اٿس جو چنڊ سندس ڏسڻ کان ڊڪو ٿي ڪڪرن
هيٺ پاڻ لڪايو ڇڏي. جيڪڏهن هو پنهنجي ڌيءُ جي شادي
اوهان سان ڪري ته ڏاڍو چڱو. بادشاه وزير جي اها ڳالهه قبول
ڪئي ۽ هڪڙي وڪيل کي سوغاتن سميت نصيران جي بادشاه
ڏانهن انهيءَ مائٽي ڪرڻ لاءِ موڪليائين. نيٺ اها شادي ٿي ۽
شيران ۽ شهزادي سان ڏاڍي عيش عشرت ۾ لڳو رهڻ. شهزادي
اڳي به شادي ڪئي هئي پر اُهو ڀتار مري ويو هو. تنهن مان
هڪڙو پٽ به هوس جنهن کي پيءُ ماءُ وٽ ڇڏي آئي هئي.
هوءَ اُنجي جدائي کان بيقرار ٿي دلهه روئڻ لڳي. آخر دل
۾ هيءَ ڳالهه ٺهرايائين ته ڪنهن بهاني سان پٽ کي پاڻ وٽ گهرايان
انهيءَ خيال ۾ ٿي هئي ته ايتري ۾ بادشاه هڪڙو قيمتي جواهرن جو
دٻلو آڻي ڏيکاريس. تڏهن بادشاه کي چوڻ لڳي ته، اوهان پڌو
هوندو ته بابي وٽ هڪڙو اهڙو سياڻو جواهر پرکيندڙ غلام
آهي جنهنجي تعريف ڪرڻ کان ٻاهر آهي. اُنکي آڻائي اهي
جواهر ڏيکاريو. بادشاه چيو ته پڻهي کان جيڪڏهن اُهو غلام
گهرائجي ته موڪليندو؟ ۽ شهزادي چيو ته بابي اُنکي پاڻ
کان وڌيڪ پٽن وانگر پاليو اٿس. جيڪڏهن اوهانجي خواهش
هجي ته آءٌ ڏي هڪڙو سود اگر موڪليان ۽ ڪا نشاني به
ڏيانس ته شايد بابو اُنکي هيڏانهن موڪليندو ۽ هو به خوشي
سان ايندو. نيٺ بادشاه شهزادي جي چوڻ موجب هڪڙي

زنانن کي اُن ڏانهن موڪليو ۽ اُن سوداگر کي شهزادي چيو
ته اي سوداگر هو ڇوڪر غلام نه آهي پر منهنجو اڳيون پٽ
آهي هي خط تون ڏيارئي موڪليو. اُنکي ڏج ۽ بابي کي منهنجو
نياپو ڏج ته آءٌ پٽ جي جدائي کان نهايت غمگين آهيان
ته فکري اوهين اُنکي غلام جو بهانو ڪري هيڏانهن موڪلي
ڏجو ۽ هو جڏهن اچي تڏهن خبردار غلامن وانگر متان اٽينس
۽ هنکي عزت آبروءَ سان آڻج مگر هيءُ منهنجي ڳالهه ڪنهن سان
نه ڪجي. ڪن ڏينهن پڇاڙان سوداگر هن ڇوڪر کي وٺي
آيو ۽ آڻي بادشاه جي حوالي ڪيائين. بادشاه هن ڇوڪر کي
خوبصورت ۽ هنرمند ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو ۽ سوداگر کي
قيمت کان سوا انعام ڏيئي غلام کي پاڻوٽ رکيائين. شهزادي پنهنجي
پٽ کي پري کان ڏسي ٺرندي ۽ خوش ٿيندي هئي. ڪجهه
ڏينهن گذريا ته هڪڙي ڏينهن بادشاه شڪار تي ويو ۽ شهزاديءَ
وجهه ڏسي اُن پٽ کي پنهنجي محلات ۾ گهرايو ۽ پيار ڪري
ڪري منهن مٿو چميائينس ۽ ماءُ پٽ پاڻ ۾ ملي خوش ٿيا.
بادشاه جڏهن شڪار کان موٽيو تڏهن ڪنهن ڪنيز اُن نينگر
جو اندر محلات ۾ وڃي بيگم سان ملڻ بابت ڳالهه ڪئي. بادشاه
اها ڳالهه ٻڌي ڏاڍو ڪاوڙيو ۽ رنج ٿيو پوءِ هلي بيگم وٽ آيو
۽ چيائينس ته اي بي وفا عورت اڄ تو هي ڇا ڪيو آهه مون
نه ٿي ڀانيو ته تون اهڙي نراج ٿي ڪارين سان عيش ۾ رهندين
يڪدم غصي ٿي اُن نصران مان آيل ڇوڪر کي جلادن جي
حوالي ڪري حڪم ڏنائين ته اي جلاد و جلد وڃو هن نيمڪ حرام
غلام کي ماري ڇڏيو. قتل گاه ۾ پهچي جلادن ڇوڪر کي چيو
ته اي بدبخت تو ڪيڏو وڏو ڪم ڪري اڄ پاڻ کي موت
جي منهن ۾ ڏنو آهي تڏهن اُن ڇوڪر چيو ته اي جلادو
خبردار اهڙا بيهودا لفظ زبان تي نه آڻيو اها منهنجي ماءُ
[illegible] زنکي [illegible]

منهنجو پٽ هن جهان مان ڪوچ ڪري ويو آهي منهنجي ماءُ
هن ٻي ڀيرا ڪري پنهنجي اڳين شادي بابت شرم کان ڪجهه نه
ٻڌايو آهي جو اوسانگي مارڻ جو خيال هجي ته پڻ ... ...
حاضر آهي!!! جلادن کي ٻڌي ڏاڍو عجب لڳو ۽ حيرت ۾ پئجي
ويا ۽ جلادن خيال ڪيو ته بادشاهه هن وقت غصي ۾ آهي ۽
جڏهن اهو رنج دفع ٿيندس تڏهن ڇوڪر جي مارجي وڃڻ بابت
تيس ڏاڍو ڏک ٿيندو ۽ اسان تي به نهايت رنج ٿيندو تنهنڪري
مناسب آهي ته هنکي ڪاٺوٽ حال لڪائي ڇڏجي. اهو خيال
ڪري هنکي لڪائي ڇڏيائون ۽ بادشاهه کي چيائون ته هنکي مارئي
سون پوءِ بيگم کي جڏهن ڇوڪر جي مارجي وڃڻ جي خبر پيئي
تڏهن نهايت ڏک ٿيس ۽ غمگين رهڻ لڳي. بيگم کي غمگين
ڏسي هڪ پوڙهي عورت جا بيگم سان محل ۾ رهندي هئي
تيس گهڻو دلاسو ڏيڻ لڳي- نيٺ بيگم جو سمورو احوال پڇيائين
معلوم ٿيو هنکي پڻ اهو احوال ٻڌي گهڻو ڏک ٿيو تنهن وڏي
هڪ عجيب رٿ رٿي. جڏهن بادشاهه پنهنجي جدا محل ۾ اڪيلو
ويٺو هو ته اُن پوڙهي جيس ته جيئندا لبلاءِ ڪيترن ڏينهن کان
سائين کي نهايت غمگين ۽ اُداس ٿي ڏسان خبر نه آهي ته
توهين اوهانجي طبيعت ڇو بگڙيل ٿي رهي-

ڏٺي جي دنيا ۾ مهر ساڻ هجين توڻ دائم
جوبن ۽ جواني هجيئي هال قائم

بادشاهه پڇيو جا اهڙا من موهيندڙ مصرا ٻڌي موهجي پيو ۽
چيائين ته اي اسانجي ڪراڙي ماءُ تان جا جوان چوندي به دل
دکيتي ۽ هيانو ڇڄي ٿو افسوس آهي جو بيوفا بيگم نهايت نر
لڄائي جهڙو ڪم ڪري مونکي اچ دکيو آهي. هن ڏاڍي
چالاڪي ڪري هڪ نمڪ حرام غلام کي پيڪان آڏائي ساڻس
دوستي رکي مونکي رنجايو آهه افسوس. پڇيو الي بادشاهه کي
جيو ته قبلا ڌيرج ڌر ڏک نه ڪر- مان توکي هڪ تعويز ڏيان
[illegible] ڇپ چاپ ۾ رکي

پڇڻ ته پوءِ جيڪا به حقيقت هوندي سا هوءِ چڱيءَ طرح
ٻڌائيندس. پوءِ بادشاهه پيءُ کان [illegible] زاڙي
تي بيگم وٽ آئي ۽ چيائينس ته اي سردار اڄ تون دت
سهي رهج جنهن وقت بادشاهه تنهنجي سيني تي تعويذ
رکي تنهن مهل اڦرڪڻ وانگيان پنهنجو سچو احوال چڱيءَ
طرح کولي ڇڏج ته بادشاهه کي به تنهنجي سچي احوال جي
خبر پوي. جڏهن رات ٿي تڏهن بادشاهه بيگم جي سيني تي
اهو تعويذ جيئن ڇاپ ۾ رکيو ته بيگم سچو احوال پهرين
پڌار جو ۽ اُن پٽ جو چئي ڏنو. بادشاهه جڏهن اهو احوال ٻڌو
تڏهن نهايت ڏک ٿيس ته ناحق اُن ڇوڪري کي ماريم. ۽ بيگم
کي جاڳائي پيار ڪري چيائين ته اي منهنجي مٺي بيگم مونکي
نهايت افسوس ارمان آهي جو مون ناحق توکي رنج ڪيو آهه ۽
ڏيک افسوس ۽ نهايت ئي ڏک اٿم جو جوش ۾ بي اختيار
ٿي اُن ويچاري ڇوڪر کي بيگناهه ماريو اٿم بس پوءِ ته بادشاهه
۽ بيگم جي اکين مان زارو زار لڙڪ وهڻ لڳا. اُتي بادشاهه کي ڪو
خيال ايو سو يڪدم اُنهن جلادن کي گهرائي اُنهيءَ ڇوڪر
جي بابت پڇيائين ته خبر ڏيو ته اهو ڇوڪر ماري ڇڏيو يا اڃان
جياست آهي سچ چئو. جلادن عرض ڪيو ته قبلا اهو ڇوڪر
جياست آهي ۽ اسانوٽ آهي. بادشاهه تنهن جا شڪرانا ڪري
يڪدم وزيرن کي آڻائي حڪم ڪيو ته شاهي طومار ۽ گهڻي
عزت آبروءَ سان يڪدم هن ڇوڪر کي وٺي اچو. پوءِ ڇوڪر جلد
ئي کلندو مشڪندو ٽڙندو وزير سان آيو. بادشاهه يڪدم اُٿي
پيار ڪري ڀاڪر پائي هن سان گڏيو پوءِ ڇوڪر پنهنجي ماءُ
سان ڏاڍي پيار ۽ سڪ مان مليو. بادشاهه جلادن کي خوب
[illegible] ڏنا. طوطي اسان آکاڻي اتي پوري ڪري خجسته
کي چيو ته اي سردار هاڻي وڃ ۽ وڃي پنهنجي محبوب سان
مل - خجسته اها ڳالهه ٻڌي پاڻيون ته وڃان ته اهڙي ۾ پره
ڦٽي پرڀات ٿي ۽ ڪڪڙن ٻانگ ڏني تنهن ڏينهن به خجسته

ـجر رهڻ ٿي نه سگهيو، تڏهن هي بيت چئي، زارو زار روئڻ لڳي.

اي صبح اڄ هي يقين ٿيم بحال
وصل جي رات هٿ اچيم محال

داستان آخرين ميمون ۽ جو گهر اچڻ
خجسته جو خاتمو ٿيڻ
۽ طوطي جو وري مينا سان ميلاپ ٿيڻ
۽ ميمون ۽ طوطي جو جهنگل ۾ وڃي ڌڻي ۽ جي
عبادت ڪرڻ

ميمون سفر پورو ڪري سلامتيءَ سان موٽي پنهنجي ماڳ (گهر) آيو. يڪدم مينا جو پڃرو خالي ڏسي پڇيائين ته اي چتون، چو تنهنجي پياري "مينا" ڪٿي آهي؟ ڇا توسان بيوفائي اُڏامي وئي آهي. تڏهن چتون چنتا ۾ پنهنجي اکين مان لڙڪ آڏي روئڻ لڳو. ميمون چتونءَ کي چنتا ۾ ڏسي وري وري ڪاڻونس "مينا" بابت پڇڻ لڳو. تڏهن نهايت ڏک ۾ پرچي طوطو چوڻ لڳو ته سائين مان ڇا چوان ڏک ٿو ٿئيم. هيانءُ ٿو ڇڄيم. دل ڏک کان ٽارٽي وئي آهي. دل پنڌيءَ نٿي چوي ته ڪجهه به چوان پر جڏهن اوهان گهڻو ستايو ٿا تڏهن فقط ايترو چئي مات ڪندس ته "منهنجي مٺي مينا" خجسته کي سندس بڇڙن بدافعالن کان روڪيندي. نيڪ صلاح ڏيندي سندس هٿان موت جو شڪار ٿي وئي آهي. موڪي به جيڪر اوڏانهن اُماڻي ها مگر مان تجويز ڪري کيس هرڪنهن رات طرحين طرحين ڳالهين ٻڌائيندي من پرچائيندي روڪيو آهي ميمون اهو ٻڌي ڏاڍي حيرت ۾ پئجي ويو ۽ طوطي

ٿي چيائين ته توکي آفرين آهي جو تو هنکي بازي رکيو آهي-۽
خجسته کي نهاري چيائين ته اي بدڪار تو هيءُ ڇا ڪيو مون نه
ٿي ڄاتو ته تون اهڙي بدڪار ٿيندينءَ تو پنهنجو ڌرم ايمان
کوهي. پنهنجي حياءَ کي داغ ڏنئي. منهنجي دل کي سخت
صدمو پهچايو آهي. ۽ ناحق ويچاري "مينا" کي ماري
تو منهنجي مٺي مٺوءَ جي من کي منجهائي وڌو آهي. ڇا ڌڻيءَ
سائينءَ توکي اهڙي لاءِ پيدا ڪيو ته چئن ڏينهن
جي چٽڪي لاءِ هن جهان ۾ اچي تون اهڙيون
براين ڪر. افسوس تو سڀئي ڳالهيون وساڙي ليڪو لنگهي
هن جهان کوڙي اڳئين جهان ۾ پنهنجو منهن ڪارو ڪيو!-

اتي خجسته کي خبر پيئي ته اهو شهزادو جنهن کي آءٌ
موهت هيس سو اوچتو هن جهان فانيءَ مان هلي رهيو. تڏهن
خجسته هيڪاري پنهنجي براين کي ياد ڪري پنهنجيءَ اهڙي
حياڪيءَ تي فتڪار ڏيئي چوڻ لڳي ته هاءِ افسوس مون هيءُ
ڇا ڪيو ٿورن ڏينهن جي زندگيءَ لاءِ مالڪ مهربان کي وساري
رت پوءِ جي پٺيان لڳي موهجي مست ٿي پنهنجي عصمت خراب
ڪيم. صد بار ڌڪار آهي اهڙي جيئڻ کي ائين چئي خجسته
سن ۾ اچي ويئي!—

ميمون کي خجسته جي حال تي نهايت ڏک ٿيو ۽ زار رڙٽي
چيائين ته سرڪڙيان ڌار ڪيانس ته ماڙ! ڇا ڏسي ته خجسته
جو پراڻ پکي اڏامي نڪري ويو آهي- ٿورن ڏينهن بعد طوطو
به هن جهان مان ڪوچ ڪري ويو. ۽ وڃي ڌڻي جي درگاه ۾
پنهنجي انهيءَ "مٺيءَ مينا" سان مليو جتي وري ٻئي گڏجي
درگاه جا سڪ پسڻ لڳا-

ميمون اها سموري حالت ڏسي عجب ۾ پئجي ويو ۽
چيائين هيءُ دنيا ته دغل باز آهي ائين چئي مايا ۽
ملڪيت کي ڇڏي دليون درويش ٿي جهنگ جي راهه وٺي نڪتو





رهيو آهي، ڌڻي جي بندگيءَ ۽ باقي حياتيءَ جا ڏينهن گذاريائين-



پياريءَ ۽ راوي خوش ڪلام چيئو ته هاءِ عشق ڪهڙو نه جنجل آهي. برھ جي بيماري جهڙو انسان کي بي حال ڪري ٿي ڇڏي اهڙي ٻي ڪا بيماري ڪانه آهي زماني جي آزار جي بيماريءَ مان انسان دوا درمل ڪرڻ سان ڇٽي سگهيو افسوس آهي جو ڪيترائي اُسن اُميدن ڀريا نوجوانن ۽ ڪونڌر انهيءَ نامراد عشق ۽ پنهنجي نفس جا غلام ٿي پنهنجي املھ حياتيءَ جو ڪو قدر نه ڪري ڏوراهين پنڌ پنهنجي پاڻ برباد ڪيو.

تنهنڪري ئي سچن عاشقن دنيا مان دل ڪڍي ڪري وڃي سائينءَ سان سچي لنؤ لاتي آهي-

خاصڪري انهيءَ نامراد عشق وڇوڙي جي واءَ ۾ بي قرار ڪري ڪيترا جهوٽا ڏنا پر شڪر ته ڇتونءَ جي نيڪ صلاح ۽ سنگ جو رنگ لڳندي آخريءَ ۾ چڱيءَ طرح اصل ڳالھ کي سمجهيو. مٺي مالڪ سان لنؤ لائي پاڻ پتنگ وانگر قربان ڪري وڃي مٺي مالڪ سان ملي-

:




مسٽر پوڪرداس ٺاڪورداس
تاجر ڪتب شڪارپور سنڌ

نئون ايائي ڏنگ سنڌي

ڇاپيو ٻ

قصن ڪهاڻين ۽ ناول ۽ عياريءَ جي ڪتابن پڙهندڙن "ڏيڍ ڏنگ ۽ ٻه لهه هڪ ڏنگڻ عورت ۽ ايائي ڏنگڻ عرف بهادر استري پڙهي هوندي. مگر "هيءُ نئون ايائي ڏنگ" ڪين پڙهيو هوندو هن جون عبرتناڪ وارتائون پڙهي عجب ٿيو وڃي ۽ ڪئن هڪ نوجوان البيلو شاهوڪار هڪ نازنين لئي موهجي ساڻس شادي ڪريٿو ۽ بيوپچار ڏي ساڻس هڪ اهڙي وارتا ڪريٿو جهنڪري پاڻ ٿي هٿ وڃي پاڻکي ڏاڪرن ۾ وجهائي ٿو ۽ وري بي وقت نشي ۾ ٻڌي پهنجي زال کي نه ڇڏيائي هڪ دستاويز کي صحي ڪري سندس دام ۾ ڦاسي آخر پهنجي پٽ هٿان گرفتار ٿي پهنجي زال وٽ اچيٿو . مطلب ته هيءُ ڪتاب مڙيءَ مان سارو پڙهيل آهي

ڇاپيو ٻ

قيمت فقط



نئون ٻيو قسم

دلخنداں سنڌي ڇاپيو ٻ

هيءُ دلو ٽندڙ عجيب ڪتاب اڳين دلخنداں جو ٻئي ڙجي ڇاپيءَ ۾ هيو لکيل ان بلڪل ٻيءَ طرح جو آهي مڌ جهن ڪيتراڻي دل لپا ڏيندڙ داستان ۽ من موهيندڙ غزل آهن جئن نوجوان شهزادن پا ڪرن جو دشمن هٿان لڙائي ۾ هارجي قيد ٿيڻ ۽ اتان نڪري ٻيءَ بادشاهيءَ ۾ وڃي ڀريدار ٿي رهڻ ۽ اتيجي بادشاه جي شهزادين سان سندن شادي ٿيڻ هڪ ٻيءَ جو هڪ شهزادي کي موهت ٿيڻ ۽ انجو عشق جي زنجير ۾ ٻڌجي بيمار ٿيڻ ۽ ماءُ ٻيءَ جو هڪ ٻي سزا ڏيڻ ۽ جيل خانه ۾ رکڻ ۽ آخر اتان نڪري وري شهزادي سان ملڻ ۽ وري ٻيءَ پاءِ جو به ٻيءَ طرح محبت ۾ ڦاسي وڃڻ وري سيٺي پاڻ جو ڪڏ جي همت ڪري دشمن کي سزا ڏيڻ پهنجو تخت وٺڻ وغيره مطلب ته هيءُ عجيب قصو پڙهڻ جهڙو آهي مفيجهس هر ڪنهن داستان وٽ من موهيندڙ غزل ۽ ڪافيون ۽ مصراڻ ڏنل آهن ڇاپيو ۾ قيمت ...